سموراحق ۽ واسطا پبلشرز وٽ محفوظ

ڪتاب جو نالو: تو کان ٿيندي ڌار
ليکڪا: صنوبر سيد
ڇاپو: پهريون
تعداد هڪ هزار
ڇپائيءَ جو سال: 1994
ڇپائيندڙ: نيو ٿنڪرس فورم
لٽريچر سيڪشن ، جنرل پوسٽ باڪس نمبر 492 حيدر آباد

ملهه ، 25 رپيا رڳا

**TOU KHAN THEANDI DHAR**.....(While saying you Good bye) A collection of short stories written by: ***SNOBAR SAYED***. published by: **NEW THINKERS FORUM**. G.P.O. Box. 492, Hyderabad **71000**. SINDH. PAKISTAN.
year of publication: 1994

***All rights reserved to the publishers.***

# ارپنا

پاڻ جھڙين انھن انيڪ گمنام ليککائن جي نالي
جيڪي ماحول ۽ معاشري جي ڏيڻ ۾
نڙيءَ تائين قاتل/ ٻڏل هوندي بہ
ٻاهر نڪرڻ لئہ
پنھنجي پوري قوت سان
هٿوراڙيون هڻن پيون.

1.1.94 /صنوبر سيد

# ستاءُ

ليکڪا پاران

# خود ڪلامي

جڏهن ڪان قلم هٿ ۾ کنيو اٿم / کڻايو ويو آهي، تنهن مختصر عرصي ۾ مان نٿي سمجهان ته ڪڏهن هيئن ٻ هيترو لاڳيتو مواد تخليق ڪري سگهي هوندم.

هاڻي ته مجي وڃڻ گهرجي ته هيءَ سڀ منهنجي وس جي ڳالهه ناهي ، يقينن ڪو آهي ، جيڪو اهو سڀ مون کان ڪرائي پيو. جنهن جو مختصر چيو به منهنجي ذهن ۾، "الاهي حڪم" جيان پيوست ٿي لاشعوري طرح عمل ڪرائيندو ٿو رهي.
حيران آهيان ، چوڌاري طنزن جا تير ايا لڳا پيا آهن ، بندشن ۾ جيئڻ پوءِ تيئن واڌ ٿي آئي آهي، گهٽتائي نه ، پر اها ڪهڙي سگهه هئي ،جنهن ڪنهن ڏينهن به منهنجي هٿ ۽ قلم وچ ۾ فاصلو وجهڻ نه ڏنو! مان نه چاهيندي به، قلم کي پنهنجي من ۾ لڪل خاني اندر قيد ڪري ڇڏيو هو، ڪن تلخ مجبورين تحت. پر ڏات ـ ڪيڏي ظالم ٿيندي آهي ،ڪنهن جي ياد وانگر ....... زوريءَ رستو ٺاهي ،بندشون اورانگهي هلي ايندي آهي. چري ،هيڏا قيد ـ هيڏيون اوچيون پٿريليون ديوارون به ڏسي ناهي سگهندي. .... ۽ منهنجي من ۾ لڪل قلم ،سندس سندر مک جي هلڪي ٺي جهلڪ پسي ، مون کي بلڪل نولفٽ ڪري ڇڏيندو آهي ۽ لاهي ڇڏيندو آهي پاڻ تان سڀ ڏئي ، سڀ ڪمزور زنجيرون .

منهنجي ( Sub Concious ) ۾ هميشہ ڪنهن جو چيل هڪ جملو گونجندو رهندو آهي تہ! " ڪانشس ٽجان ! "
۽ ان هڪ ننڍڙي جملي ، مون ۾ ايتري ڪانشسنيس آڻي ڇڏي آهي جو ، چاهي مان پنهنجي مرضي تہ هلائي نہ ٿي سگهان ، پر ٻين جي مرضيءَ جي محتاج بہ نہ رهي آهيان .

منهنجي وجود جي آزادي ، بقول ڪنهن جي تہ: "زنجير بي ڊيگهہ جيتري آهي." ۽ منهنجي آزاديءَ جي زنجير تہ شايد ٻن ٽن ڪڙين تي ئي مشتمل آهي ، پر منهنجي ذهن اها سرحد ڳولهي ورتي آهي، جتي جسم ڪي ويڙهيل ظاهري زنجير جي حد ختم ٿي ٿئي. (۽ خدا ڪري ان سرحد ڪان اڳتي ٻي ڪا بہ مقرر ڪيل حد نہ هجي.....!)

مجبوري اها آهي تہ ڪو چوريءَ چوريءَ پنهنجون امانتون منهنجي ذهن جي شيلف ۾ رکي هليو ٿو وڃي ۽ مان ٻيو ڪجهہ نہ سهي پر امانتدار ضرور آهيان ، ڪيئن؟ ۽ ڪيستائين ڪنهن جي امانتن جي بوجهہ کي سانديندم ،نيٺ ڪو نہ ڪو رستو تلاش ڪري وٺندي آهيان ،اصل مالڪ تائين سندس امانتن پهچائڻ جو!



مون کي مذهب سان ايتري ئي دلچسپي آهي ، يا مان پنهنجي مذهب جو تقاضائون اوتريون ئي پوريون ڪيون آهن ، جيتريون وحدانيت تي يقين رکندڙ کو مسلمان ڪري سگهي ٿو. پر هڪ عجيب قسم جو اختلاف منهنجي من ۾ ويٺل آهي ، جنهن ڪري ڪڏهن ڪڏهن ـ سوچيندي آهيان تہ ڇا ،مان واقعي مسلمان آهيان ؟! ڪنهن جي مري وڃڻ کان پوءِ اهو بي ساهو ۽ شانت سرير ڏسي ، منهنجي ڪيفيت الائجي ڪيئن ٿي ويندي

آهي. سوچيندي آهيان ،انسان سچو سارو نٿو مري ،صرف هن جي جسم جي مشينري خراب ٿي ويندي آهي ۽ پوءِ خدا ، ان ناڪاره مشينريءَ مان روح ڪڍي ڪنهن ٻئي نئين جسم ۾ وجهي ڇڏيندو آهي. ائين روحن جي منتقليءَ تي ئي دنيا جو

تسلسل هوندو. منهنجي اها سوچ مون کي سوچڻ تي مجبور ڪندي آهي ، تہ منهنجي جسم ۾ پيل روح ، ڪٿان ڪٿان منتقل ٿي مون تائين پهتو هوندو.......؟!
ائين لڳندو اٿم ، منهنجو روح پليل آهي، پڪيل آهي ۽ اڄ جتي آهي ، جنهن جسم ۾ آهي ، ان جو مقام اهو ناهي. مان پنهنجي روح جي پروازن کي تمام اوچو اڏامندو ڏٺو آهي.
منهنجو روح اهو ڪجهہ ڏسي چڪو آهي ،جتي جسم جي پهچ جو سوال بہ پيدا نہ ٿو ٿئي. جسم ۽ روح جي متڀيد مونکي منجهائي وڌو آهي. ڊچان ٿي تہ اڳتي هلي ،ٻئي هڪ ٻئي جا دشمن نہ بڻجي پون ، قاتل نہ بڻجي پون!
ڄاڻان ٿي تہ جسم روح جي ڪمزوري آهي، ڇو تہ جسم بنا روح جي ڪا بہ حيثيت ،ڪا بہ سڃاڻپ ڪونهي ،ان لڏ ئي شايد روح جسم سان ڇاهہ بہ رکي ٿو، پر هو ان کي سماجي بندشن کان آزاد ناهي ڪرائي سگهيو، ان لئہ هو بہ پاڻ کي مقيد ٿو محسوس ڪري. مون کي لڳو ٿو ،هڪ ڏينهن هو منهنجي جسم جي قيد خاني جي ڪا دري پيجي اڏامي ڏور وڃي ڪنهن اهڙي جسم ۾ واسو ڪندو ، جيڪو پاڻ بہ آزاد هجي ۽ روح جي آزاديءَ تي بہ پهرا نہ وجهي.
۽ منهنجو جسم ...... منهنجو جسم انهن مرده جسمن جي انبار ۾ اڇلايو ويندوجنهن مان روحَ ڪڏهو ڪو اڏري ، پنهنجا اصل مقام ڳولهڻ ويا هوندا آهن.



الائي ڇو چاهيو آهي ، ڪڏهن ڪڏهن بي مقصد روئڻ.
جنهن ۾ اڪيون ڳهٽ، دل وڏيڪ ساٿ ڏيندي آهي.

دنيا جا سڀ جهنجهٽ، ڪم ڪاڄ لاهي،( پوز مٿان پوز ڪري ) ڇڻ آخري ڪم اهو ڪندا آهيون (جيئن بيڊ تي وڇڻ ڪان اڳ ٽوٿ برش ڪجي.) جو دل جي ٻاهران لڳل تالي کي سٽ ڏئي لاهي . (ڪڏهن ڪڏهن تہ اهو سٽ جو محتاج بہ نہ هوندو

آهي ۽ اسان کي پاڻ ڏانهن ايندو ڏسي ، پاڻ ئي پاڻ لهي پوندو آهي.) ڇولين هٺندڙ لڙڪن جي سمنڊ ۾ غرق ٿي ويندا آهيون. دنيا جي نظر ۾ ( ڪم ازڪم بيڊروم ۾ سمهيلن جي نظر ۾ ) اهڙا ننڊ هوندي آهي پر مان اڄ تائين ننڊ نہ ڪئي آهي. اکين بندڻ ڪان پوءِ بجاءِ ننڊ جي ، پاڻ ڏانهن وڌندي ڏٺا آتم ،وڏا وڏا سمنڊ ،لڙڪن جا ، پيڙائن جا ،اڻ پورين خواهشن جا ، پنهنجي وجود جي ڇيهون ڇيهون ٿيل لاتعداد ٽڪرن جا .



مان هاڻي اهو سوچڻ ڇڏي ڏنو آهي تہ ڪو مون کي سمجهي. ڇو تہ جڏهن اها تقاضا پاڻ سان ڪيم ، تہ لاجواب ٿي ويم ،مون وٽ منهنجي ان سوال لئہ ڪو بہ جواب نہ هو.
۽ پنهنجو پاڻ بہ اوڏوئي اوپرو پاسيم جيڏا مون سان لاڳاپيل ،منهنجي رت جا رشتا!
پر منهنجو پنهنجو پاڻ تہ انهن جيترو بہ منهنجو پنهنجو نہ هو، جو انهيءَ سان منهنجو ڇڙو روح جو رشتو آهي ۽ روح جو رشتو ، هن دنيا ۾ ڪا بہ اهميت ناهي رکندو. دنيا جو ڪو بہ مذهب ، ڪو بہ قانون ، ان رشتي کي تسليم ناهي ڪري سگهيو!



انتظار ۽ اوسيئڙو ،اڻ ٿيندڙ ۽ اڻ ملندڙ خوشين جو ڪري ، ڪيڏو زوريءَ زوريءَ پنهنجي بيڪشش زندگيءَ ۾

ڪشش پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا اهيون!
مچان تي هر انسان جو وجود ، دکن جي نہ ڏسڻ ۾ اينڌڙ زنجير ۾ جڪڙيل هوندو آهي. هر من ۾ ڪاپيڙا ، ڪا نراسائي ضرور هوندي آهي. پر عظيم هوندا آهن اهي انسان ،جيڪي پنهنجي دک ۽ پريشانين کي من ۾ لڪائي ،ٻين جي خوشين جو سامان پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. پنهنجي مهانتا کان لاعلم رهي ، ٻين جي مان مٿانهين ڪرڻ لئہ ڏينهن رات ڪوشان هوندا آهن.



ڪيڏا اڪيلا هوندا آهيون اسين ، هڪ ٻئي سان گڏ هوندي بہ ،اڪيلا ـ اڪيلا اپ تي وکريل تارن جيان ،جيڪي گڏ گڏ هوندي /نظر ايندي بہ هڪ ٻئي کان ڪوهين ڏور .....گونگا ،ٻوڙا ،ٻي حس تارا .
اسان جڏهن اڪيلائيءَ سان هم ڪلام ٿيندا آهيون تہ اها اسان جي مفلسيءَ جي انتها هوندي آهي. ۽ ها ، انتها اجا بہ اها هوندي آهي ، جڏهن اڪيلائيءَ ڏانهن مسڪين صورت ڪري محض ان لئہ وڌندا آهيون تہ اها اسان جي لڙڪن ڀنل سُک کي پنهنجي چادر سان اگهندي.
اڪيلائيءَ جي ميري ۽ ڇيهون ڇيهون ٿيل چادر، جنهن کي ڪو بہ اوڍڻ لئہ ڪڏهن بہ تيار ناهي ٿيندو ، پر پوءِ بہ ڪيڏي شدت سان چاهيندا آهيون ، ان ميري ، ڦاٽل چادر ۾ منهن لڪائي، ڪن پل سڏڪڻ، پنهنجو ڀنل منهن اگهڻ !



منهنجو اڪيلو وجود ، جنهن کي مليل صرف هڪ زندگي ۽ان زندگيءَ جا انيڪ رخ.....!
هر رخ جي پنهنجي پنهنجي تقاضا.....سندن تقاضائن جو پورائو

ڪندي ڪندي ڪٽي منهنجو وجود ٽُي ختم نـه ٿـي وڃـي ،
ڪرچيون ڪرچيون ٿي وڃي ، منهنجو هيڪلو نپل وجود ....
چري ، اهي رخ بہ تہ ان وجود جو ئي حصو آهن نہ ،ان کان الڳ تہ
ناهن !
نہ مون کي ائين لڳندو آهي ، ڇو.....ڇو مان پنهنجو پاڻ کي،
پنهنجي ريئل اينٽٽي ( Real Entity)کي پائڻ لئہ، ڳولڻ لئہ ،انهن
انيڪ رخن جو سهارو ورتـو آهي. هڪ مان نااميـد ٿـي هٿـي ۾
پناهہ وٺندي آهيان ، هٿـي مان ،ٽئيـن ۾ ،ٽئيـن مـان ....... پناهہ
وٺندي وٺندي پوءِ رڳو اها پناهہ (Shelter) ئي رهجي ويندي آهي
۽ منهنجي ڳولڻ جي باوجود ، مون کان منهنجو وجود جيڪو ان
پناهہ گاهہ جي پناهہ ۾ هيو ، ناهي ليندو،ڪڏهن بہ ناهي ليي
سگهندو. ۽ پوءِ وري هڪ بنهہ بہ نئون رخ منهنجي ڪُليپس ٿي
ويل وجود کي جنمي وٺندو آهي ، ايڪسپلور ڪري وٺندو آهي.
هو هڪ هٿي کي ڪيتري قدر ڳولهي لهندا آهن ،مان نٽي چاٽي
سگهان
،چاهڻ جي باوجود بہ ( ..But... Still I, m exploring my self)

مان نہ ٿي چاٽان تہ مان ڪڏهن بہ پنهنجو پاڻ کي ڳولهي لهندم ،
پر منهنجو اهو سفر ختم ٿيڻو ناهي، هلندي رهي آهيان ، هلندي
رهندم ،ڪن پل لئہ ساهہ ناهي پٽيو، هلندي ٿي رهان هلندي ٿي
رهان ، پيرن سان ، پير ٿڪجن ٿا تہ دماغ سان ، دماغ مائوف ٿي
بلڪل فنڱ ٿيڻ تو لڳي تہ دل سان ،دل بيهڻ ٿي لڳي تہ مڙني
احساسن سان ۽ جڏهن احساس بہ ڪچليا وڃن تہ وري سمورو
بوجهہ پيرن ڏي منتقل ٿي ويندو آهي، جيڪي ساهي پٽي چڪا
هوندا آهن.
سفر ......... مسلسل سفر .....
سوچيان ٿي ، مون جهڙا ماڻهو ڇو ڪنهن ٽريجڪ فلم جو
ڪردار ، اسڪرين تان لهي ، زندگيءَ جي تلخين ۾ گم ٿي
ويوهجي.
ڪردار ، جيڪو ڪاسٽيوم ۾ هوندو آهي ۽ پنهنجي مقرره

وقت تائين ڪردار نگاري ڪري پوءِ سچو ٽريجڪ ڪاسٽيوم لاهي ڦٽو ڪري ،ايزي - ايزي ٿي پنهنجي گهر ڏانهن مرڪندو ورندو آهي.
پر مان ، اهڙو ڪردار ،جيڪو ڪاسٽيوم سميت ،وڃائجي ويل هجي ۽ سڄي عمر نہ لاهي سگهيو هجي ، اهو ٽريجڪ لباس پنهنجي زندگيءَ جي بدن تان. اهو بدن ،جيڪو ان لباس اندران بنهہ مختلف ، بنهہ بہ اوپرو هوندو آهي، جيڪو ٺهڪ ڏيڻ چاهيندو آهي ،زندگيءَ ڪي محبت جي نظر سان ڏسي ،ان ۾ عجيب موسيقيت پري ،ان جي روح تي نچڻ چاهيندو آهي.
پر ناهي ڪري سگهندو ڪجهہ بہ ، جو هو سڄو سارو ان ٽريجڪ ڪاسٽيوم ۾ لڪي ويل آهي. هن لئہ زندگيءَ جو وسيع ميدان هڪ لوهي پڃري سمان آهي. هن جي وجود ڪي آزادي تہ صرف اهو اسڪرين ئي ڏئي سگهيو پئي ،جنهن تي ڪن پل ڪيس رهي پوءِ اوَس بہ ان تان هٽي وڃڻو هو.
پر هاڻي هو زندگيءَ جي اسڪرين تي اڇي چاٽي ويو آهي تہ ، زندگي ،اها اسڪرين آهي ،جنهن جو ڪو بہ بيڪ گرائونڊ ناهي ٿيندو.
بيڪ گرائونڊ....... جتي پهچي هو پنهنجو ڪاسٽيوم / ٽريجڪ ڪاسٽيوم لاهي ،وڏا وڏا ٺهڪ ڏئي کلي سگهي!

**صنوبر سيد**

# ساپيائڻ جي سيج تي

ڪي چهرا قدرتي طور تي ڪيڏا روشن، ڪيڏا منور هوندا آهن، جو انهن آڏو مصنوعي روشنيون به مدم پئجي وينديون آهن. لان ۾ سفيد مرڪري بلبن جي روشنيءَ ڪري، چنڊ جي اڻٿهينءَ جي باوجود چوڏهينءَ رات جهڙو سمان پيدا ڪيو ويو هو. اسٽيريو رڪارڊر تي هلندڙ لائيٽ ميوزڪ، ماحول کي تهائين خوفناڪ بڻائي رهي هئي. ياسمين ۽ واجد جي زور ڀرڻ تي اڄ مان به هليو آيو هئس. هونءَ مان گهٽ ئي هنن موقعن تي ويندو آهيان، خاص ڪري جي فنڪشن شاديءَ جو هجي ته اهو انويٽيشن ڪارڊ ئي پاسيرو ڪري رکندو آهيان. پر هڪ ته واجد ۽ ياسمين بئي ڪلاس فيلو، ٻيو ته انهن جي پيار جي ڪهاڻي به ڏاڍي ايڊوينچرس، جنهن ۾ چڱو خاصو حصو اسان دوستن ورتو هوءِ جڏهن خدا سندن سچن جذبن جو قدر ڪندي، سڀ رنڊڪون هٽائي، ڪين ملايو ته ان موقعي تي اسان دوستن جو هئڻ لازمي هو. جڏهن ته پارٽيءَ ۾ پهچڻ کان پوءِ محسوس ٿيو هو ته هيءَ فنڪشن شاديءَ جو گهٽ، پر ڪو ڪاليج ۾ ٿيل ننيڙو وراڻتي شو هو. جنهن ۾ هر قسم جو موضوع بحث هيٺ هو. ادب، آرٽ، سياست، اسٽيڊيز ۽ فيوچر متعلق پنهنجي پنهنجي منهن گروپ ٺاهيو، سڀئي گپ شپ ۾ محو هئاسين.

سامهون واري ٽيبل تي ياسمين ڪجهه ساهيڙين جي مذاق جي موٽ ۾ وڏا وڏا ٽهڪ ڏئي کلي رهي هئي. اچانڪ سندس ٽهڪ ئي ڊلا پئجي ويا. منهنجو توجهه آٽوميٽڪلي سندس اچانڪ ڀرپور ٽهڪن تي اسٽاپ اچڻ ڏانهن ڇڪجي ويو ۽ منهنجون نظرون هن جي چانڊوڪيءَ جي پرسڪون وجود ۾ ڪم تي ويون. ايئن تي لڳو ڄڻ چنڊ.... آڪاش مان ترڪيل چنڊ، پنهنجي سموري چانڊوڪي هن جي سروپ ۾ ڀري پاڻ وجي آرامي ٿيو هجي ۽ منهنجون نظرون ان چانڊوڪيءَ جي سرحدن کي ڇهڻ لئه ڪنهن چڪور جيان ويون تي پولار ۾ ڪم ٿينديون..... هن جي آواز تي منهنجي پلڪن به مور ڪيو، هوءَ ياسمين ڪان وڃڻ لاءِ اجازت وٺي رهي هئي. مون کي ڪن پل ايئن لڳو هو، ڄڻ سڄي ميڙاڪي ۾ صرف هوءَ هجي.....
باقي چوڏس اونده انڌوڪارءِ سفيد سلڪي لباس ۾ ملبوس، ڪارن ڊگهن وارن ۾ پيل سفيد موتئي جي گجرن جون لڙهيون، سندس نازڪ ڪرايون، موتئي جي

ڪنگڻن ۾ قيد، جهٽ پلڪ ۾ منهنجي خيالن ۾ تضاد اچي ويو هو. مان گلن کي ڪمري جي بند ۽ گهٽيل فضا ۾ شيشي جي گلدان ۾ سڙڪندي، مندرن، درگاهن، يا ڪنهن جسم کي پنهنجي سُندرتا وڃائڻ لئہ، پنهنجي زلفن جي زنجيرن ۾ ڪين قيد ڪرڻ پسند ناهيان ڪندو. گل تہ بس پنهنجي ٽارين ۾ ئي سونهندا آهن. ۽ اڄ ...... هن جي وجود کي گلن سان واسيل ڏسي، ايئن لڳو هيم، ڇڻ گل هن جي ڪومل سروپ تي پنهنجو بوجهہ وجهي رهيا هجن. اڄ زندگيءَ ۾ پهريون دفعو گلن تي ڪَهَل نہ پر رشڪ محسوس ٿيو هو. هن جي سانوري ڇهري جي نرملتا ، پرهہ ڦٽيءَ جي ٽڙڻ جهوٽن سمان پاسي هئي. اکين ۾ وياڪلتا، نراسائي ۽ ايڏي گهرائي، جو لڳي پيو ڇڻ انهن نيڻن سان يگن کان شناسائي رهي هجي. ايئن ٿي لڳو ڄڻ سندس اداس نيڻن ۾ ميران ٻائيءَ جي پڄڻن جو آلاپ رهجي ويو هجي .... اهڙا نيڻ بہ هوندا آهن، ڳالهائيندڙ، ڳائيندڙ ۽ پاڻ ڏانهن زوريءَ ڇڪيندڙ......!!!

منهنجي محويت شايد انتهائن تي پهتل هئي، جو اوچتو ڪُڪَ ۾ زوردار ٺُونٺ ٺڪاءُ تي وئي.

" يارا ڇا ڪلاسيڪل پيئنٽ ۾ گم ٿي، ڪلاسيڪل ميوزڪ جون ڌُنون وڃي ويون اٽڪي ڇا دماغ ۾، جو هڏين ٿي ڪجهہ ڪو نہ ٿو. تا - تات - ٿئي - ٿئي........"

مجيب، جيڪو بريڪ ڊانسنگ لاءِ مشهور آهي، پنهنجي ڪنڌ کي جهٽڪو ڏيندي چيو. ان وقت هو بريڪ ڊانسر کان وڌيڪ ڪلاسيڪل ڊانسر لڳو هو. هونءَ بہ مون کي بريڪ ڊانس ۽ ڪلاسيڪل ڊانس ۾ ڪجهہ موافقت لڳندي آهي، جو ٻنهي جو زور بريڪن تي هوندو آهي.

سڀ گروپ ۾ ٽهڪ وکري ويا هئا . مان شڪي ٿي گهبراهٽ لڪائڻ لاءِ، زبردستيءَ ڇهري تي نارمل ايڪسپريشنز آڻڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو هئس. مان، جيڪو دوستن ۾ "اينٽي لوَ اينڊ گرلز ہواءِ" مشهور هيس .

مون کي گهڻيون حسين عورتون الائي ڇو ناهن وڻنديون. حد کان وڌيڪ گوريون يا ميڪڻ جي ٻل تي پاڻ کي حسين بڻائيندڙ عورتن / ڇوڪرين مان مون کي وحشت ٿيڻ لڳندي آهي ...... حسن تہ اهو آهي، جنهن جي گهرائيءَ کي ڳوليندي ماڻهو پاڻ بہ گم ٿي وڃي. جنهن کي هٿ لائيندي ميري ٿيڻ جو ڀئہ نہ هجي. ۽ هن جي سندرتا ، ڌرتيءَ ۽ آڪاش جيان لازوال هجي. جنهن کي ڏسي، پنهنجو پاڻ پرهہ جي ڪوهيڙي ۾ گم، ٽڙڻ ٽڙڻ جهوٽن ۾ واسيل پاسي، جنهن کي ڏسي "مرڻ کان پوءِ بہ ملڻ جون حسرتون" ڪَر ڪڍي جاڳي پون مَن ۾ .

هوءَ ڪير هئي..... ڪا بہ خبر نہ پئجي سگهيم . دوستن جي جوڪس ۽ هوٽنگ

ڪان ٻچڻ لاءِ ڪنهن ڪان به پڇي نه سگهيم.
امتحان ختم ٿي چڪا هئا. سڀئي دوست هاسٽل کي الوداعي سلام ڪري، ڊگرين کي مٺين ۾ قيد ڪري ڪٽي آيا هئاسين نوڪرين جي اميد تي. جن کي اسان جي مٺين ۾ اوترو ئي عمر جو حصو گذارڻو هو، شايد جيترو عرصو اسان کين حاصل ڪرڻ ۾ گذاريو هو. امتحان ختم ٿي وڃڻ جو ٽينشن ته لٿو هو، پر هيءَ نئين بيچيني پوئين سڀني بيچينين (امتحان جي) تي حاوي ٿي وئي. مان گهر وڃڻ بجاءِ نانا جن وٽ ئي رهي پيو هيم. جتي صرف رات رهڻ ئي نصيب ٿيندي هئي ۽ سڄو ڏينهن ڪراچيءَ جي تاريڪ گهٽين ۾ چانڊوڪين جي جهلڪ لاءِ واجهائيندي گهاريندو هيم. امان جو فون آيو:
"ٻچا ڪراچيءَ جي هوائن ايڏو نشو ڏئي ڇڏيو اٿئي جو مائٽ به وساري ويٺو آهين؟ امتحان ختم ٿئي ڏينهن ٿيا، يڪو ڪهڙي پيو ٿو آواره گردي ڪرين؟ جلدي موٽڻ جي ڪر."
تڏهن ئي سامان سان گڏ "اميدن" تان به مايوسيءَ جي دز ڇنڊي ڪين بيگ ۾ رکي ڇڏيو هيم — مَن ڪڏهن .... جي آسري تي.
جهاز، موهن جو دڙو ايئرپورٽ تي لينڊ ڪيو، مان سامان وغيره چيڪ ڪرائي

ٻاهر نڪتم ته حيرانيءَ ۾ منهنجي اکين هڪ دفعو وري ڇنڀڻ وساري ڇڏيو. (عجب منهنجون اکڙيون يا...... غضب تنهنجا جلوه؟!!!)
هوءَ سليٽي رنگ جي پراڻي فوڪس ويگن ۾ سوار ٿي هلي وئي. مون کان هڪ پل به هاڻي هتي بيٺو نه ٿي ٿيو. گاڏي باوجود اطلاع ڏيڻ جي اڃان ڪو نه پهتي هئي. دل چاهيم پَرَ لڳائي ڏانهنس پرواز اڏامي وڃان.
اڌ ڪلاڪ جي ورهين جيڏي انتظار کان پوءِ "ايٿو پين" ڏند ڪڍندو ڪار مان ٻاهر نڪتو.
"ڪيڏي مري ويو هئين؟" باوجود غصو پيئڻ جي منهنجي لهجي ۾ ڀرپور ڪڙاڻ هئي.
"صاحب! ننڍي بيگم صاحبه جي طبيعت صحيح نه هئي، ان لاءِ اسپتال ۾ دير ٿي وئي."

ياد آيو، ٻاڄائيءَ کي چند ڏينهن اڳ ٻيبي ڄائي هئي.
"ٻيبي ڪيئن آهي؟" مان مطمئن ٿيندي پڇيو.
"بلڪل فرسٽ ڪلاس آهي صاحب!" ايٿوپين خوش ٿيندي چيو. سندس اصل نالو عمر آهي پر جڏهن اسان وٽ آيو هو، تڏهن تازو ايٿوپيا ۾ قحط آيو هو ۽ هو جنهن حالت ۾ آيو هو، تنهن مان ائين ٿي لڳو ڄڻ ايٿوپيا مان آيو هجي. شيدين جي نسل مان هئڻ ڪري، بابا کيس ڪوٺيندو ئي ايٿوپين هو، مذاق ۾. هاڻي سندس اصل نالو عمر، ڄڻ سندس ماضيءَ جيان سندس دماغ جي

ڪنهن حصي ۾ ئي مقيد ٿي ويو هجي.
"رستي ۾ ڪا سليٽي رنگ جي فوڪس ويگن ته نه ڏٺئي؟"مون لهجي کي نارمل ڪندي پڇيو.
"نه صاحب!"
"گاڏيءَ ۾ ويهڻ کان پوءِ توکي پاڻ کان سواءِ ڪو به نظر ٿورئي ايندو آهي!"منهنجي لهجي ۾ اچانڪ تبديلي محسوس ڪندي هو ڪو به جواب ڏيڻ بنان چپ چاپ گاڏي ڊرائيو ڪندو رهيو. سکر پهچندي ئي منهنجي اڻ تڻ وڌي وئي هئي.
"سکر ايڏو وڏو شهر به ناهي جو هوءَ نه ملي سگهي!" دل ئي دل ۾ پاڻ کي تسلي ڏني هئم.
هر انسان کي پنهنجي جنم ڀوميءَ سان محبت هوندي آهي. اها مٽي، ڌرتيءَ جو اهو حصو، جتي اسان جنم وٺندا آهيون، ڪيڏو عزيز هوندو آهي؟ دنيا جي حسين کان حسين ترين شهر کي به پنهنجي جنم استان جي ڀيٽ ۾ حقير پائيندا آهيون.
سکر........ منهنجي جنم ڀومي، منهنجي جيون جي سندر يادن جو مرڪز. بابا جي ٽرانسفر جي ڪري اسان ٻين شهرن ۾ به رهياسين،پر سکر سان منهنجو عجيب عشق هو. پنهنجي جيون ۾ شهر جو پهريون حصو جتي گذرندو آهي، جيون جو اهو حصو عمر ڀر ياد رهندو آهي. پلي زندگيءَ جي گهما گهميءَ جي دز اسان جي وجود کي لٽي ڇڏي پر ان دور جون يادگيريون اَمِٽ هونديون آهن.
مان جيڪي ڏينهن به اتي ايندو آهيان هر شام سنڌوءَ سان گهاريندو آهيان. هن اتها سڪ شهر جي پرسڪون فضائن کان

پڇندو آهيان ڪيڏا ڪيڏا ڏٺا هوندا توهان ،ڪيڏن انسانن جون تاريخون لڪل آهن توهان جي سانت ءِسڪون سيني ۾ پريل —— جن کي وقت جو وحشي راڪاس ڳڙڪائي ويو آ ،سج جي الوداع ڪرڻ کي سنڌوءَ جي سينڌ ۾ سيندور جيان پرجندو ڏسڻ لئه مان هر شام مٽي شيڊ ۾ اچي ويهندو آهيان. ڪيڏو دل فريب هوندو آهي اهو نظارو..........سنڌوءَ جون اٿلون- سج جا آرس - مهاڻن جي گهرن ڏانهن موٽ ،پکين جون قطارون، ٻيڙين ۾ ٿهيل ملاحن جون جهوپڙيون جن ۾ رات جي پليڪار لئه ٻرندڙ چمنيون ۽ آهستي آهستي لائيڊ برج مٿان روشن ٿيندڙ بلبن جون قطارون.... ائين لڳندو آ ،جڻ سنڌو زيور پائي محو رقص هجي.
سج، چنڊ لئه راهون استوار ڪندو پاڻ وڃي آرامي ٿيو هو. آسمان تارن پريل چنري پاڻ تي اوڙهڻ شروع ڪئي هئي. هينئر مان سڀ مهون واري نظاري مان اکيون ڪڍي پاڻ سان گڏ آندل "نيلي نوٽ لڪ" تي پنهنجون نظرون

مرڪوز ڪري ڇڏيم.
"ڪاشي! مس هيريسن الاهي دير کان پئي تنهنجو پڇي....."
رينو ڊاڪٽر مان ٽيرس ۾ داخل ٿيندي ٿورو سهڪندي چيو "مس هيريسن
؟.... ڪير مس هيريسن ..... ؟"
"تنهنجي فرينڊ نمبر ون ۽ سينٽ ميريز واري مِس."
رينوءَ هيڊي هوڏي نهاريندي چيو.
"اوه..... اڇا، مس هيريسن."
"منهنجي خيال ۾ مان به اهوئي نالو ورتو هو."
رينوءَ ترپءَ تي رکيل آخري نمڪ پاري کي وات ۾ وجهندي هٿن کي ڇنڊيندي
ڊاڪٽر ڊانهن رخ ڪندي چيو.
"نه، مان هينئر ڪونه ٿو اچان."
"اڙي..... اڙي.... اها ڪٿي جي فضيلت آهي هينئر هينئر ته ايئن اچا (اچاتي
زور ڏيندي) ڪيئي جڻ جتي پائڻ بنا ،ڊاڪٽر ڊانهن پڇنديس، بلڪ ڊاڪٽر
ڊانهن ئي ڇو مون ته ڪن پل لاءِ سمجهيو هتان ئي هيٺ ٽپ ڏئي وڃي ساڻس
ملندين."
"نه هينئر منهنجو موڊ ڪونهي، پئي ڪنهن دفعي ....."
"ها، هوءَ تولئه روز روز ايندي - نه. ۽ ٿي دفعا اڳ به آئي آ جڏهن ڪان هتي آيا
آهيون هر دفعي تنهنجو پڇندي آ.اڄ به ويندي ويندي پڇيائين ته آڪاش نه
آيو آهي؟ سو هوءَ وڃڻ لئه هونءَ ئي تيار بيٺي آ، گهڙي پل ملي اچينس ڇڙو
سلام ........"
"اڙي بابا!چيم ته هينئر منهنجو موڊ بلڪل به ڪونهي."
"موڊ ڪونهي، وڏو لاٽ ٿي ويو آ،هونّ.....!"
رينو ڪاوڙ ۾ آهل ڪندي، ڇيڀارا ڏيندي هيٺ هلي ويئي.
بالجتيءَ ڪان
منهنجي فطرت انفراديت پسنديءَ ڏانهن مائل رهي اهي. ڪنهن به ڳالهه جو
تسلسل مون کي ناهي وڻندو. مون کان چار پنج سال وڏو ادا ،ٽي سال وڏي رينو
اسڪول وڃي وڃي ريگيولر ٿي ويا هئا. امان چوندي آهي، "ڇئن سالن
ڪانپوءِ تو جڏهن پنجين ۾ پير پاتو هو ته توکي به انگلش ميڊيم
اسڪول ۾ ايڊمٽ ڪيو هيوسين. هڪ ڏينهن وڃڻ بعد تو اسڪول وڃڻ
کان نابري واري ڇڏي هئي. اصل نه ويندو هئين بيمار ٿي پوندو هئين اسڪول
جو نالو ٻڌي."
مون کي به هلڪو هلڪو ياد آهي مان جڏهن بورچي ۽ چوڪيدار جي
ٻچن کي هٿن ۾ ڪپڙي جا ٿيلها کنيو ويندو ڏسندو هيم، ته مون کي به شوق
جاڳيو ته مان به انهن سان گڏ اسڪول ويندم. بابا ڏاڍو چڙندو هو ته انهن سان گڏ
نه ڪيڏ، انهن جي صحبت ۾ رهي تون به "ڪنان" ۽ "ڪارڪان" سکندين پيو ڇا

پڙهندين. ۽ پوءِ هڪ نئين مهر هلائي وئي هئي، جنهنجو اندازو مون کي تمام گهڻو پوءِ ٿيو هو.

منهنجي پرورش جيجيءَ ڪئي هئي، هوءَ چوندي آ تہ هوءَ شروع ۾ اسان سان گڏ نہ رهندي هئي. لالي امان سان گڏ ڳوٺ رهندي هئي. هڪ دفعو سندس طبعيت شديد خراب ٿي پئي هئي جڳو تائيم اسپتال ۾ رهڻ کان پوءِ

هوءَ هتي رهڻ لڳي هئي. تڏهن منهنجي عمر مشڪل سان ٽي سال مس هوندي . انهن ئي ڏينهن ۾ ڳوٺ ۾ ڪنهن جو قتل ٿي ويو هو، جنهن کي قتل ڪري ڪو اسان جي حويليءَ پويان ئي دفن ڪري ويو هو، پوليس جي تحقيق کانپوءِ جڏهن لاش اتان لڌو ويو تہ سڌو سنئون ڪيس بابا تي ٿي پيو هو. پر بابا پنهنجو اثر رسوخ هلائي ڪيس وٽ ڊرا ڪرائي ڇڏيو هو. تنهن کان پوءِ بابا کي فڪر هو تہ جيجي ۽ لالي امان ڳوٺ نہ رهن، دشمني وڌي وئي آهي. جيجيءَ کي تہ سختيءَ سان روڪي هت رهايو هئائون. پر لالي امان پنهنجي حويلي، سنگت ساٿ ڇڏڻ لئہ تيار نہ هئي. بقول سندس تہ ڪيس وڏن شهرن جي ننڍڙن گهرن ۾ ساهہ گهٽبو محسوس ٿيندو هو. مزو تہ جيجيءَ کي بہ نہ ايندو هو هتي پر الائي ڇو هوءَ ان حادثي کان پوءِ ڪڏهن بہ ڳوٺ نہ وئي ۽ نہ ڪڏهن خواهش ئي ڏيکاريندي هئي. بس چپ چاپ اڪيلي اڪيلي ويٺي هوندي هئي. مون کي لڳندو هو جيجيءَ جي اکين ۾ هر وقت سنڌوءَ جهڙي رواني هوندي هئي، گهرائي هوندي هئي پر سندس ان روانيءَ ڪڏهن بہ ڇپرن جي ڪنارن کي عبور نہ ڪيو. مونکي سندس وڏين گهرين اداس ۽ ڳالهائيندڙ اکين جي رنگ ۽ سج جي آخري ڇميءَ سان حياءَ سان رڱيل ٿي ويل آسمان جي رنگ ۾ ڪوبہ فرق نہ لڳندو هو.

الائي ڇا هو سندس من ۾ جو نہ کلندي هئي نہ روئيندي هئي. گهڻو وقت مٽي ٽيرس تي گذاريندي هئي. ۽ سندس اکيون ڏور.... آسمان جي وسعتن ۾ هر وقت ڳُر ٿيل محسوس ٿينديون هيون جڻ اوڏانهن ڪنهن جي اچڻ جو اوسيئڙو هجيس. جنهن جي استقبال لاءِ گلن بجاءِ هر ڏينهن هر پل پنهنجا نيڻ وڇايو ويٺي هوندي هئي. ڪڏهن ڪڏهن چپن ۾:

"آيل منهنجو اچڻ اڙانگو
قسمت لايا وڃي ڏينهن"

جهنگاريندي هئي تہ منهنجي سڄي جسم ۾ سندس مٺي ۽ نماڻي سر جي ڪري سيئاندڙا پئجي ويندا هئا. مونکي پيار بہ ڏاڍو ڪندي هئي. مان سمهندو بہ سندس ڪمري ۾ هيس مونکي جيجيءَ جي قربت ۾ اهو سڪون ۽ اپنائيت محسوس ٿيندي هئي جا مان ڪڏهن بہ امان ۾ محسوس ناهي ڪئي. سندس هستيءَ ۾ اهڙو تقدس هوندو هيو، جڏهن بابا امان ۽ لالي امان وغيره جن ڪيس مريم ڪري مخاطب ڪندا هئا تہ مون کي مس هيريسن جي گهر ۾ رکيل

مدر ميري (بيبي مريم) جو مجسمو ياد اچي ويندو هو.
هڪ ڏينهن مان شام جو مٿي جيجيءَ سان ويٺو هيس جيجيءَ بوهي منگ چلي پئي ڪارايا. ڪنهن جي اچڻ جو آواز محسوس ڪندي اسان بوهي منگ لڪائي ڇڏيا هئا ڇو تہ نومبر جون سرد ۽ خشڪ هوائون شروع ٿي ويون هيون ان لاءِ امان بابا اهڙين شين کائڻ کان منع ڪندا هئا جن مان گلو خراب ٿئي يا زڪام ڪنگهہ وغيره جو خدشو هجي ان معاملي ۾ جيجيءَ کي منهنجي مسڪين صورت تي رحم اچي ويندو هو ۽ اها شئي جيڪا واقعي بہ صحت لاءِ مناسب نہ هوندي هئي تہ بہ الله تي رکي کارائي ڇڏيندي هئي. ۽ مزي جي ڳالهہ تہ ٿيندو بہ ڪجهہ نہ هو.امان کي ڊاڪٽر ۾ ڏسي پئي ٿورو جهجهڪياسين پر امان اتائين رڪائيءَ مان اهڙو سڏڪيو جو مان ويهڻ چاهيندي بہ ويهي نہ سگهيم ۽ امان جي پويان هيٺ هليو ويم (هونءَ بہ امان ۽ جيجي پاڻ ۾ گهٽ ڳالهائيندڀيون هيون امان جيجيءَ جي وجود گهر ۾ تسليم ڪرڻ لاءِ تيار نہ هئي. هوءَ شعوري طور ڪيس نظر انداز ڪندي هئي سندس هر عمل جيجيءَ کي اهو ٻڌائڻ هوندوهوندهن جوهتي ڪوبہ حق يا دخل ناهي ۽ ائين جيجيءَ پنهنجي دنيا پاڻ تائين ئي محدود ڪري ڇڏي هئي.)

لائونج ۾ هڪ عورت ويٺي هئي امان مون کي ڏانهس وٺي آئي (اصل ۾ اهوئي مهر جو آغاز هو، جنهن کي گهٽو پوءِ سمجهي سگهيو هيم) هن جي چهري تي اهڙي تہ پنهنجائپ واري مرڪ هئي جو مان بہ ڏانهس نهاري مرڪي پيو هيم. هن مون لاءِ چاڪليٽ بسڪيٽ آندا هئا ۽ ائين هوءَ وري هر ٻئي ڏينهن ايندي هئي چاڪليٽ ٽافيون وٺي، پينن ۽ ڪاپين جا تحفا ڪٺي ،پاڻ سان گڏ گهمائڻ وٺي ويندي هئي، منهنجي دوستي بہ ساڻس ايتري تہ گهري ٿي وئي هئي جو هوءَ ٿوري ليٽ ڪندي هئي تہ مان روئڻ لڳندو هيم ،جيجيءَ ڏانهن بہ منهنجو رويو ڪجهہ گهٽجي ويو هو.
هاٹي هوءَ مون کي پنهنجي گهر بہ وٺي ويندي هئي ،جتي هڪ ننڍڙي ڇوڪري ۽ گورنيس جي ٻيو ڪوبہ نہ هوندو هو. اها ننڍڙي ڇوڪري مون کي ڏاڍي وڻندي هئي، جڏهن هوءَ گهرين گهرين اکين سان نهاريندي هئي تہ دل چوندي هئي مس هيريسن کان لڪي ڪيس ڪٹي گهر پڄي وڃان. (گهر ۾ سيني کان ننڍي هار کي آتو ميٽيڪلي اها شدت ٿيندي آهي تہ ڪائنس ننڍو ڪو ٻار ٻيو هجي گهر ۾) پر مس هيريسن هاٹي باقاعده پڙهائيءَ جو وقت مقرر ڪري ڇڏيو هو ان لاءِ مون کي اوڏانهن نهارڻ ئي نہ ڏيندي هئي. آهستي آهستي پنهنجا اصول مڙهڻ لڳي هئي ۽ سندس اصول اهڙا سخت هئا جو ٽوڙڻ جي همٿ ئي نہ ٿيندي هئي. هونئن بہ مون ۾ شرارت گهٽ هوندي هئي. پاڻ وٽ ڪجهہ عرصو هيرائڻ بعد هن مون کي اسڪول

پر بہ ابد مٽ ڪيو هو. هاڻ ڪڏهن بہ اسڪول ويندي ڪيبائيندو نہ هيس. شايد مس هيريسن جو وجود ئي مون لئہ هر قسم جي تسلي هيو.
لالي امان جڏهن بہ اسان وٽ ايندي هئي مس هيريسن کي ساڳين ٽانون پر ڪائيندو ڏسي منهن ڦيرائي ڇڏيندي هئي. روز بابا سان جهڳڙندي هئي تہ عيسائڻ جي گهر پر ڇوڪرو هيرائي ڇڏيو اٿوَ........مس هيريسن جي وچڻ ڪانپوءِ سندس استعمال ڪيل ٽانون کي پنهنجي سامهون ٽي - ٽي دفعا ڌوئرائيندي هئي. ان ڪرسيءَ تي پلجي بہ نہ ويهندي هئي جنهن تي مس هيريسن ويهندي هئي. لالي امان مذهبي ڏاڍي هئي سچو ڏينهن مصلي ۽ تسبيح سان سندس رهاڻ هوندي هئي. ڳالهائيندي ٻولهائيندي پيا تسبيح جا مڻيا هلندا هئا . اسان وٽ هڪ نوڪرياڻي "وينو" ڪم ڪندي هئي. جنهن تي بہ ڪيس اعتراض هوندو هو، پر وري بہ جيئن تہ هن جو ڪم ٻهاري ،پوچيءَ تائين محدود هوندو هو. ان لئہ ايڏي اعتراض جوڳي نہ هئي. ڪڏهن ڪڏهن لالي امان اکين ۾ طنز ڀري، سيني جي سامهون پڇندي هئس:
"ائي وينو ! اها ماسترياڻي بہ تہ توهان جي مذهب جي آهي نہ، ساڳئيءَ گرجا ۾ پوڄا لاءِ ويندي هوندؤ؟!!"
"جي بيگم صاحب." وينو گهٽيل آواز ۾ فرش کي پوچي ڄاڳهڪا ڏيندي چوندي هئي. ۽ لالي امان فاتحانہ نظرن سان اسان ڏانهن نهاريندي هئي ڄڻ موقعي تي چور کي سڱ سوڌو پڪڙيو هجئين.
تڏهن بابا سمجهائيندي چوندو هيس:
"امان، ان جي مذهب ۾ اوچ نيچ ،تنگ نظري ۽ عربيءَ کي عجميءَ تي فوقيت ڏيڻ کي ننديو ويو آهي. (جنهن جو مثال بہ قومي نظريا، اهڙو نظريو جنهن مذهب جي بہ منهين ڪاتي هٿ ۾ ڪٽي سر ڌڙن کان ڌار ڪرڻ ۾ ڪنهن بہ قسم جي هچڪچاهٽ محسوس نہ ڪندي وسيع القلبي ۽ وسيع النظري جو مظاهرو ڪيو). قرآن پاڪ ۾ باربار اهو ذڪر ڪيل آهي تہ، جيئن تہ اسين پنهنجي پيغمبر حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ کي نبي آخرالزمان ڪري مڃون ٿا، پر سندن کان پهرين آيل پيغمبرن جي حيثيت کان انڪار نہ ڪريون. ڪنهن بہ هڪ جي حيثيت کان انڪار سيني کان انڪار آهيّ" لالي امان اڪثر چڙي اٿي هلي ويندي هئي ۽ جلد ئي ڳوٺ وڃڻ جي تيارين ۾ شروع ٿي ويندي هئي ،جي روڪڻ چاهيو هيس تہ چوندي ،نہ مون کي ڪيئن بہ ڪري وڃڻو آهي. فلاڻي پلاري رات اچڻي آ. ڪڏهن شب معراج آهي ڪڏهن نوروزشب ،ڪڏهن عيد عزيز آهي ڪڏهن ليلتہ القدر، نہ تہ هر جمعي جي رات پلاري آهي ئي ۽ هتي تہ ختمي جي ماني ڏيڻ مسئلو آهي. ان لاءِ ڳوٺ هلي ويندي هئي جتي وڏي اهتمام سان ڏاڏا سائين ۽ ٻين محروم عزيزن قريبن کي پڻي ختم ڏياريندي هئي.
جيجيءَ جي طبعيت اوچتو خراب ٿي وئي هئي. (اوچتو ٻين لاءِ پر مان تہ جيجيءَ کي راتين جون راتيون جاڳندي، ڪنجهندي ، لڇندي ۽ تڙپندي

ڏنو هو، جنهن لوچ ۽ تڙپ کي هوءَ حيرت انگيز طور تي صبح جو خاموشي ۽ سانت جو لباس پارائي ڇڏيندي هئي.) بيماريءَ ايتري مهلت بہ نہ ڏني هيس جو هاسپيٽل تائين وڃي سگهجي ها، آخري لمحن ۾ لالي امان کي ويجهو سڏي آهستي آهستي خشڪ چپن کي چورڻ جي مشڪل سان ڪوشش ڪندي ڪجهہ

چيو هئائين. لالي امان معنيٰ خيز نظرن سان بابا ڏانهن ڏٺو هو. جيجيءَ کي پنهنجي خانداني قبرستان بجاءِ حويليءَ پويان ان جڳهہ تي دفن ڪيو ويو، جتان گهڻو اڳ پوليس جي تفتيش تي لاش لڌو ويو هو، جنهن جوالزام بابا تي لڳو هو. هر ڪنهن کي تعجب ٿيو هو تہ پنهنجي خانداني قبرستان کي ڇڏي ،جتي هر قبر جي پنهنجي سجاڳ آ، سنگ مرمر جي تربتن ۽ قطبن واري قبرستان کي ڇڏي اسان کيس هيئن مسافرن جيان واٽ تي ڇو دفنايو آ؟ ڪوبہ ڪوئي واضع جواب نہ ڏئي سگهندو هو، لالي امان تڏهن پنهنجي منهن چپن ئي چپن ۾ چوندي هئي ، "جيئري نہ سهي مئي پڄاڻان تہ ڪا خواهش پوري ڪئي مانس." ۽ پوءِ ڪو پهر ويندي هئي پنهنجي لڙڪن کي پنهنجي رئي ۾ جذب ڪندي. اڄ بہ هتي مٽي اچي مون کي ائين پاسندو آ جڻ انهن ڏور آسمان جي وسعتن مان ڪنهن ڪي بند پيچي اچڻو اهي......... الائجي ڪنهن کي......!

هيٽ وڪريل ٺهڪن جو آواز هوا ۾ تحليل ٿيندو مٽي مون تائين اچي رسيو هو، مان لاشعوري طور وڏي وڃي ڪنهڙي وٽ بيٺس. جهڪي هيٺ نهاريم ڪافي پاڻي هاريل هو، شايد نل بند ڪرڻ وسري ويو هو مالهيءَ کان، شايد گهڻي پاڻي هئڻ ڪري سليٽي فوڪس ويگن گيٽ کان ٻاهر بيٺي هئي ،جنهن جي رڱو مٿين ڇت نظر پئي آئي. ان لئہ منهنجو گمان ئي نہ ويو تہ اها ڪا ساڳي فوڪس ويگن آ، جنهن لئہ منهنجي من ۾ اڄا تائين اٽڻ متل آهي. مان هيڏي هوڏي نهاريو تہ ٽهڪ ڪٿان پيا اچن، تڏهن آهستي آهستي هو هلنديون گيٽ ڏانهن وڃي رهيون. امان ۽ رينو سان گڏ بہ ٻيون عورتون، جن مان سفيد وارن ۽ سفيد ساڙهيءَ ۾ ملبوس مس هيريسن کي سڃاڻڻ ۾ مون کي دير نہ لڳي .پر ٻي جيڪا چپ چاپ اڳتي وڌندي پئي وئي، مون ڏانهن سندس پٺي هئڻ ڪري مان کيس سڃاڻي تہ نہ سگهيس پر الائي ڇو مون کي لڳو جڻ مان کيس بہ سڃاڻندو هجان. هنن گيٽ وٽ پهچي وراندي ۾ وينل پاپيءَ سان هٿ ملائي خدا حافظ ڪيو تہ منهنجو ڇرڪ نڪري ويو........ "هوءَ" ئي تہ هئي جنهن لئہ مان هيڏو سرگردان ڦريو آهيان، ڪن پل لئہ دل ۾ پڇتاءُ ٿيو تہ چونہ رينوءَ جي چوڻ تي هيٺ ويم پر ان ئي پل ذهن ۾ خوشيءَ جي گيت جيان "مس هيريسن" جو نالو گونجڻ لڳو.

مان ڪڏهن سوچيو بہ نہ هيم تہ منهنجي زندگيءَ ۾ بہ ڪا ڇوڪري ايندي،۽ جي ايندي تہ اهڙي جو مون کان پنهنجو پاڻ ئي ڪسي ويندي.....!

شهر ڪيڏو بہ ننڍو ڇونہ هجي، ملڻ وارا جڏهن ملڻ تي ايندا آهن تہ

زمين جي اندر بہ وستيون ناهي وڻندا آهن، پر جي ظاهري طرح سماج پنهنجي فطرت کان مجبور- بندش جا چار وڇائي ڇڏيندو آ تہ پوءِ پريم ڪرڻ وارن جي من اندر جون وستيون تہ هونءَ ئي آباد هونديون آهن جتي ملڻ لئہ ڪنهن بہ انويسٽيگيشن بيورو جو ڊپ ناهي هوندو.

اسان ڪيئن هڪ ٻئي تائين رسيا هئا سين؟ مون کي اڄ بہ سمجهہ ۾ ناهي ايندو، بس دلين جي لبيڪ اسان جي قدمن جي رفتار کي بہ وڌائي ڇڏيندي آهي ،جيڪي دلين جي ڏيءِ اڙانگين کان اڙانگين راهن تي هلندي بہ پنهنجي رفتار ناهن گهٽائيندا، راهن ۾ وڇيل ڪنڊن سان پٿون ٽيندي بہ پنهنجي همٿ پست ناهن ڪندا.

اسان ملندا رهندا هئا سين. جنهن ڏينهن نہ ملندا هئا سين اهو ڏينهن ائين لڳندو هو جيئن اسان جي عمر جي تخميني ۾ داخل ئي نہ ٿيو هجي. مان نہ تي چاتو تہ ڪو منهنجي ساهن جي سلسلن کان بہ وڌيڪ منهنجي هئڻ جو ڪارڻ بنبو. ساٿس ملي مون کي ائين لڳندو هو، اڄ نہ، ڪلهہ نہ ،پر هن سان منهنجو سڱ تہ سوين صديون اڳ جو آ:

”ڪُن فيڪون تہ ڪل دي ڳل اي
اسان اڳي پريت لڳائي اي .“

چاندوڪي رات ٻيڙيءَ جي هنج ۾ اسان ٻئي ......... سنڌوءَ جي سيني تي پنهنجي پيار جون امٽ نشانيون وکيريندا - اڳتي وڌندا ٿي ويا سين. چنڊ ڪنهن باڊي گارڊ جيان اسان سان گڏ، اسان جي هر موومينٽ کي ڏسندو، مرڪندو موٽ ۾ پنهنجي چاندوڪيءَ کي اسان مٿان آشيرواد طور هاريندو گڏ گڏ هلندو پئي هليو. اسان هڪ ٻئي ۾ گم هئاسين، لهرن جي ٽهڪن ۽ شور کي بہ پنهنجي وچ ۾ مخل نہ ٿي ٿيڻ ڏنو سين، اوچتو ناڪئي جي آواز تي ڇرڪجي، هڪ ٻئي جي نيڻن مان نيڻ ڪڍي ناڪئي ڏانهن ڏسڻ لڳاسين.

”سائين!رات ڪافي ٿي وئي آ، رات جو نڪرندا بہ ناهيون، ان لئہ پوئتي موٽجي.“ هن فيصلا ڪن انداز ۾ رڙ ڪندي چيو،

”بہ ٽي پَلَ ساڌ پيلي
وٽ ترس، اڃا تہ ۹ بہ ڪونہ ٿيا آهن“ مان جيڪو رات ڏينهن جي تفرق کان بيخبر پنهنجي دنيا ۾ گم هيس، ناڪئي جي اوچتي آواز تي ڇرڪي پيو هئس ۽ لهجي ۾ التجا آڻيندي کيس چيم.

گهٽ روشني ۽ ناڪئي جي پٺتي مهڙ سبب سندس تاثرات تہ نہ ڏسي سگهيو هئس پر مون کي لڳو هو جڻ کيس منهنجي التجا نہ وڻي هئي.

سنڌوءَ جي سيني سان ڇهنيل پنهنجي جهول ۾ ڪُئي صديون لڪايو ويران ۽ سنسان عمارت ڪڏهن ڪنهن مهاراجہ جي ذوق جو مظهر رهي هوندي، جنهن ۾ رات ڏينهن پوڇارٽيون من ۾ ڪئي مرادون سمائي، چانديءَ ۽ ٽامي جا

تالهہ گلن سان پريو شو جي مورتيءَ آڏو سجائي جهڪي جهڪي پراڻناٿون ڪنديون هونديون. سريلا آلاپ ڪري پڳوان جي مهانتا جا پچن ڳائينديون هونديون ۽ اڄ اهي مندر، شيوالہ، باغ ۽ بهاريون ويرانيءَ جي ڇيهون ڇيهون لباس ۾ ويڙهجي پنهنجي سندرتا وڃائي چڪا هوندا. ۽ اهي اسٿان جن مان گلن، لوبان ۽ اگربتين جي مهڪ پئي ايندي هوندي.

سي اڄ چمڙن جي رهائش گاهہ بنجي چڪا هوندا.

ڪجهہ ڏينهن اڳ
هڪ ڪهاڻي پڙهي هيم، جنهن ۾ بہ پريمي دنيا جي فڪرن کان تيا ڳ وٺي ڪنهن جبل جي چوٽيءَ تي اچي ٿا پنهنجي پريم ورڪا ڪن هڪبئي تبي، اچانڪ پريميءَ جو پير ترڪي تو وڃي ۽ هو جبل جي ٽڪريءَ تان بولائيون کائيندو ڪنهن کاهيءَ ۾ وڃي ٿو ڪري ۽ سندس پريمڪا رڙيون ڪندي رئندي ڪيس رات ڏينهن ڳوليندي ٿي رهي. تڏهن ڪيس ڪنهن ٻڌايو هو تہ جنهن ماڻهوءَ جو اوچتو موت ٿي ويندو آ. ان جي روح ۾ ڪا حسرت ڪا پياس رهجي ويندي آ تہ اهو روح ڀٽڪندو رهندو آ. ۽ گهڻو ڪري وقت کان اڳ اجل جي چنبي م جڪڙجي ويل انسان چمڙن جو روپ ڌارڻ ڪري ويرانيءَ ۾ پناهہ وٺندو آ۽ رات جو پنهنجي وڇڙي ويل ساٿيءَ کي ڳوليندو رهندو آ. ۽ ان ڏينهن ڪانپوءِ اها پريمڪا ، ويران مندرن ،ويران ۽ قتل هنڌن/هاڳن تي پنهنجي پريميءَ جي روح کي تلاش ڪندي رهندي آ.

ڪن پل ۾ مون کي ايئن لڳو هو، ڄڻ سچو ساڌ ٻيلو پريمين ۽ پريمڪائن جي روحن سان پريل اسٿان هجي، جيڪي پنهنجي پنهنجي خواهش جي تڪميل لئہ چمڙن جو روپ ڌاري پنهنجي پريمين کي ڳوليندا هجن.

مون کي لڳو ڄڻ ناڪئي ۾ اهو سچو سماج سمائجي ويو هجي جيڪو بن دلين کي پنهنجي وحشي چنبن ۾ جڪڙي ڇيهاٽي ماري ڇڏيندو آ. مان سنڌوءَ جي پاتالن ۾ گم ٿيڻ کان اڳ چمڙي جو روپ ڌارڻ ڪري ساڌ ٻيلي جي مندر ۾ وڃي پناهہ ورتي آ. ۽ منهنجي انيتا ،منهنجي انيتا کي هو ٻيڙيءَ ۾ چاڙهي ڏور ڏسائن ڏانهن گهليو پيو وڃي.فضا ۾ چوڏس منهنجون رڙيون گونجنديون ٿيون رهن انيتا.....انيتا.......انيتا........

انيتا جي تعليم ختم ٿي چڪي هئي. مس هيريسن جو خيال هو تہ انيتا ساڳئي ئي اسڪول ۾ سروس ڪري سندس نقش قدم تي هلي پر انيتا ماضيءَ جو تسلسل ٽٽجڻ نہ ٿي چاهيو. اسان جي قربت جي خبر مشڪ جي پرن تي سوار ٿي گهر تائين بہ اچي پهتي. ڄڻ تہ طوفان اٿي ڪڙو ٿيو.

"عيسائڻ سان شادي ڪندين ؟ جوانيءَ جي انڌ توکان سڀڪجهہ وساري ڇڏيو آ . مذهب جون تقاضائون - خانداني نيم تو لئہ ڪا اهميت ئي نہ

ٿا رکن. ؟!"

بابا جيڪو لالي امان سان سيڪيولرزم تي ليڪچر ڏيندو هو سو پاڻ لالي امان واريون ڳالهيون ڪرڻ لڳو. "اڙي خبر اٿئي انيتا جي، سندس حيثيت ۽ حقيقت جي - هوءَ گناهہ جي پيدا وار آ - صرف ماءُ جي ڏيءَ آ - ڪنواري ماءُ جي! هيريسن سهارو نہ ڏئيس ها تہ هجي ها ڪنهن گٽر وات ۾. " امان نفرت مان چيو هو.

"سواءِ ڪرائسٽ جي ڪوبہ ٻار پيءُ بنان پيدا ناهي ٿيو. ڪابہ ماءُ ڪنواري ناهي هوندي، توهان جي نالن ڏيڻ سان ڇا ٿو ٿئي ماءُ تہ ماءُ ئي هوندي آ، ديويءَ جيان پويتر ۽ مقدس"

"هيءُ بہ مريم تي ويو آ .اها بہ تہ ان ڪان نفرت نہ ڪندي هئي نہ"

ماڻ هنن جي بحث ۽ ڪراهت ڀريل رو يي کي اتي ئي ڇڏي مس هيريسن ڏي هليو آيو هيم. جيڪا پنهنجي مخصوص سريلي آواز ۾ چند ٻارن کي سمجهائي رهي هئي تہ

God lives in our hearts

one snould not hurt

the heart of others

"مي آئي ڪم مس !"

"تون ........چو آيو آن تون هتي، مان توکي پنهنجي اولاد جيان پيار ڏنو ۽ تون .......مون ڪان منهجو آخري سهارو بہ ڇنڻ ٿو چاهين ؟ ۽ تنهنجي ماءُ ڇاتي سمجهي تہ مان توکي ائين ڪرڻ تي مجبور ڪيو آ......! بيوقوف عورت هن کي ڪهڙي خبر تہ اسان جون زندگيون اربيل هونديون آهن اسان جي خ ٔ ٹن کي ڪرائسٽ اسان جي ڊووشن ڪان خوش ٿي اسان لئہ سهارو موڪلي ڏيندو آ، منهنجو سهارو آ، انيتامنهنجو تسلسل آ، انيتا جو دل مان خيال ڪڍي ڇڏ، هوءَ ڪڏهن بہ شادي نہ ٿي ڪري سگهي. چو تہ منهنجو خيال ڪيس "نن" Nun بنائڻ جو آ تون وڃي سگهين ٿو..... آئي سيڊ گيٽ آئوٽ. "

مان ڀاري ڀاري قدم وڌائيندو ٻاهرنڪرڻ لڳم انيتا پنهنجي ڪمري جي دريءَ مان پڙدو هٽائي لڙڪن ڀريل نيڻن سان مون ڏانهن ڏسي يڪدم پردو ورائي ڇڏيو. سامهون گرجا مٿان نظر ايندڙ صليب مون کي ائين لڳو هو جڻ منهنجي مٿان اچي ڪريو هجي ۽ منهنجو سمورو وجود ڪرچيون ڪرچيون ٿي

ويو هجي.

سکر مان مون کي وحشت ٿيڻ لڳي هئي پئي ڏينهن ئي مان ڪراچيءَ هليو ويس، ڪراچي ..... جنهن شهر مون کي هن جي جهلڪ ڏيکاري مون کي چريو ڪري ڇڏيو هو، تنهن وري هڪ دفعو مون لئه مهربانيءَ جا دروازا کولي ڇڏيا ۽ هن جو سندر هٿ منهنجي مظبوط هٿن ۾ ڏئي مرڪندو رهيو. اسان بنهي ڪورٽ مئريج ڪري ڇڏي. ڪجهه ڏينهن اتي رهڻ ڪانپوءِ مون کي ائين لڳو جڻ ڪو بانهون ڦهلايو اسان کي سڏيندو هجي پنهنجي سيني سان لائڻ چاهيندو هجي. ائين ٿي لڳو جڻ هي شهر زبردستيءَ پاڻ ڪان پري ڌڪيندو هجي، عجيب پريشان ڪن ڪيفيت هئي. تڏهن مان ڳوٺ وڃڻ جو فيصلو ڪري ورتو. (هونءَ به جڏهن مَن تي بوجهه محسوس ٿيندو هو ته جيجي امان جي تربت تي چند گهڙيون گذارڻ ضرور ويندو هيس. ائين لڳندو هو جڻ ڪنهن منهنجي من تان ڀاري پٿر لاهي ڦٽو ڪيو هجي.) حويليءَ جي اڱڻ ۾ قدم رکندي ڪن پل لئه قدم لرزيا. انيتا نه ايندڙ لمحن جي خوف کان بنهه پيلي ٿيڻجي وئي هئي ۽ تيئن وڌيڪ سندر. هونءَ به هوءَ اداسيءَ واري ڪيفيت ۾ وڌيڪ سندرياسندي آ ،مان سندس وجود جي سندرتا ۾ ڪوئجي سڀ فڪر ۽ خدشا وساري اندروڌڻ لڳس سندس نبل ۽ سرد هٿ کي زور سان پڪڙيو .

وراندي ۾ لالي امان سفيد رئي ۾ ويڙهي سيڙهي نماز پئي پڙهي. اسان ٿورو اڳتي ٿيا سين ته لالي امان به سلام وارائي اسان ڏانهن نهاريو ۽ وري دعا ۾ مصروف ٿي وئي. وراندي مان نظر ايندڙ اندر لالي امان جي ڪمري ۾ ٽنگيل جيجي امان جي مرڪندڙ تصوير ڏسي منهنجي حيراني انتها جي حدن کي ڇهڻ لڳي هئي. جيجي امان جي ڦوهه جوانيءَ جي بيجان تصوير ۽ منهنجي پر ۾ بيٺل انيتا ۾ مون کي تر جيترو به فرق نه ٿي لڳو، جيجي امان جون اداس ۽ ڳالهائيندڙ اکيون. ڪن پل لئه مون کي ائين لڳو جڻ فريم جي پريان انيتا وڃي بيٺي هجي ۽ پنهنجي ڪومل چهري ۽ اداس نيٽڻن سان مون کي پابوهه مان ڏسندي هجي.

لالي امان خلاف توقع اسان تي ناراض نه ٿي، مصلو ويڙهي، پنهنجي مخصوص چال سان هلندي، وڌي اچي مون کي سيني سان لاتو ۽ سندس ڏڪندڙ وجود کي مان مظبوطيءَ سان جهلي، سندس لڙڪ اگهيا، هن وڌي پابوهه سان انيتا کي سيني سان لائي سندس پيشاني چمي. انيتا سڏڪي سندس ڪلهي تي ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو. لالي امان ڪيس پيار ڪندي رهي ،لالي امان جي رو يي مون کي گهڻو ڪجهه سوچڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو. لالي امان اسان کي وهاري پاڻ اندر وڃي ماچيس ۽ اگربتيون کڻي آئي ته جيئن اسان پهريون جيجي امان جي تربت تي حاضري ڀري اچون.

اگربتيون خوشبو ڦهلائينديون پنهنجو اڌ وجود ختم ڪري چڪيون هيون. پر انيتا اڃا به تربت تي ڪنڌ لاڙيو سڏڪندي رهي هئي. ڪنهن لاشعوري

جذبي تحت سندس لڙڪن سان جيجيءَ جي تربيت جو ڪجهه حصو آلو تي ويو هو. مان ڪيس ڪلهن ڪان ونئي اٿاريو، سندس لڙڪن کي هٽن پر جذب ڪري اگر سان سندس خاموش چپن تي مسڪراهٽ جو شيپ ٺاهڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ هوءَ مرڪي پئي.



# جيت ۾ منهنجي هار

پراڻي اخبار جي ٽڪري تي راتوڪي بچيل ڇانورن کي لاهيندي، هوءَ ايئن چوڻيءَ کي لمڪا ڏيندي اندر وٺي هئي، ڄڻ پنهنجي ملڪيت جو اڌ حصو ڪنهن کي دان ڪيو هجيس. ماٺس، اخبار ۾ پيل پاروٽن ڇانورن ۾ آپريشن ڪلين اپ جو ارادو ڪندي، ڪين هيڏي هوڏي ڦهلائيندي منجهائن ڪيئي هنڌن تان ڇڪيل ڪُڪڙ جي ٽنگ ڳولي ورتي هئي. جنهن کي ڪن پل ڏسي هڪ هنڌ ڇڪ هڻي، هن ڏانهن وڌائيندي، پاڻ وري ڇانورن جي ڀيلي ۾ جاچ مهم کي لڳي وئي هئي.

اڱوڻي ۽ ڏسڻي ڇيچ ۾ جهليل ڇڪيل (ڪن پل ۾ ڪيس لڳو هو ڄڻ ماٺس ڪتي جي وات مان ڦري آئي هجي.) ٽنگ تي لڳل رنگين ڇانور ڪيس پنهنجي ڇيهون ڇيهون ٿيل وجود سان ڇهنيل ننڍڙن ننڍڙن رنگين سپنن سمان لڳا هئا. هن حقارت مان ٽنگ ماءُ جي هٿ ۾ جهليل ڇانورن سان ڀريل (جن مان ڪجهه حصو اخبار جو پيٽ خالي ڪري، ماٺس جو پيٽ ڀرڻ لاءِ وڃي ٽانيڪو ٿيو هو.) اخبار ۾ ڪري ڦٽي ڪئي هئي. ماٺس جو هٿ لڏي ويو هو. ڪيس ايئن ڪروڌ مان گهوريو هئائين، جيئن ٻڪٽي شينهن جي وات مان ڪو گوشت جو ٽڪرو ڇڪي ڪيندو هجي. ننڍي لاءِ، ٻين جي ٻارن کي ڏسي ماٺس کي به شوق جاڳيو هو ڪيس پڙهائڻ جو. پڙهڻ جو ٻڌي هن جي اکين ۾ ڄڻ شب برات لهي آئي هئي. چئوطرف ننڍڙيون ننڍڙيون ڏياٽيون ٻرنديون ڀاسيون هئس ۽ پاڻ ڄڻ انهن ڏياٽين ۾ محو رقص هجي. پر پوءِ جلد ئي انهن ڏياٽين کي ڪنهن ڦوڪ ڏئي وسائي ڇڏيو هو ۽ هوءَ رقص ڪندي ڪندي، اونده ۾ ٿاٻڙجي ڪنهن گند جي ڍڳ ۾ وڃي ڪري هئي.

هن ڪان ڪڏهن به اسڪول جي چند ڏينهن وارو زمانو نه وسرندو هو. چئوطرف نفرتن ۽ ڪراهت سان ڀريل نظارن جو سيلاب ... ٻارن سان گڏ ماستريائي به ساٿس ڳالهائيندي ڪترائيندي هئي. صورتخطي ڏيکارڻ لاءِ جڏهن هوءَ سندس ڀر ۾ اچي ويهندي هئي ته هوءَ ڪيس ڌڙڪو ڏئي پري هٽي ويهڻ لاءِ چوندي هئي. هن جي صورتخطيءَ ۾ ڪيئي غلطيون هئڻ جي باوجود هوءَ ڪيس ماريندي نه هئي ۽ جڏهن هوءَ پنهنجي لڪڻيءَ جي ٻين ڇوڪرين سان پيٽ ڪندي هئي، جيڪي تازو مار کائي ويٺيون هونديون هيون پنهنجي غلطين تي، تڏهن هوءَ مار نه ملڻ جو سبب ڄاڻي وٺندي هئي. تڏهن هن ڄاڻي واڻي غلطيون ڪرڻ

شروع ڪيون. جيئن مجبور ٿي ماسترياڻي ڪيس ماري ۽ سندس هٿ هن جي اڇوت بدن کي ڇهن. پر چند ڏينهن ۾ هن کي ميز تي ننڍڙو رول ڏسي ڪجهه حيرت ٿي هئي. جيڪو صرف هن جي مارڻ لاءِ هو ۽ نيٺ ڪيس اسڪول مان ڪڍيو ويو هو ته ڇوريءَ کي اڃي ڪجهه ڪرڻ ٿو.....

هوءَ سمجهي نه سگهندي هئي ته هر گهر ۾ هن جي وهڻ لاءِ فرش ٿي جڳهه ڇو ڏيندو هو. جڏهن گهر ۾ اڃي هنڌ وڇيل کٽ تي سمهندي هئي، تڏهن سڄو ڏينهن سندس بدن سان ڇهنيل فرش جو لمس وساري نه سگهندي هئي. هوءَ وساري ته اها مار به نه سگهي هئي، جڏهن هن بيخبريءَ ۾ بيبيءَ جي مخصوص

ٿامي جي وٽي ۾ پاڻي پيتو هو. ان ڏينهن کان پوءِ کيس ايئن لڳندو هو، ڄڻ سڄي دنيا جو پاڻي پوتر بڻجي ويو هجي. جيڪو هن جي ڇهڻ سان اپوتر ٿي ويندو. هوءَ بهاريءَ ۾ مٽيءَ جي ذَرَ پچاڻان پنهنجي خشڪ چپن ۽ خشڪ نڙيءَ کي مَن جي چشمي ۾ پريل لعاب کي زوريءَ ڇڪي نڙيءَ مان پار ڪري، چپن تائين آڻيندي هئي. جنهن لاءِ سندس زبان ٿي آبڪش بڻبي هئي.

هن کي پاڻ کان هزارها درجا اُتم، واڙي ۾ ہتل ڪتو لڳندو هو، جنهن کي رئيس پاڻ وچي پنهنجي هٿن سان مصري پيل بسريون کارائيندو هو. وهنجاريندو هو. هن کي سڄي رات سڄو ڏينهن مَن ۾ لوچ، اُڻ تڻ ۽ بيقراري هوندي هئي. دل چوندي هئس، جڏهن سڀ سمهي پون ته هوءَ سندن هر ٿانوَ کي پنهنجي زبان سان چٽي اڇي. هر شيءِ کي اوبر ڪري اڇي. اندر وڏن پلنگن تي، جن جا اسپرنگ، رئيسن ۽ رئيسياڻين جا بار نه سهي سهي ساڻا ٿي جواب ڏئي سمهي پيا هئا، انهن تي وڃي ليٽي، ٽپا ڏئي. ڪڏهن ڪڏهن کيس ماءُ جي بي حس وجود مان ڪرپ محسوس ٿيندي هئي. جيڪا زماني جو گند ميڙيندي ميڙيندي پاڻ ان گندي گٽر جيان بڻجي پئي هئي. جنهن جي ڪو به ويجهو ناهي ايندو. تڏهن هوءَ پاڻ کي ان گندي گٽر جو ڪيڙو محسوس ڪندي هئي. پنهنجي وجود مان ڪرپ ايندي هئيس. تڏهن شايد سندس اپوتر وجود کي پوتر ڪرڻ لاءِ لڙڪ لارون ڪري، سندس ڇهري کي ڌوئيندا، جسم ۾ جذب ٿيندا ويندا هئس.

اڄ سڄي رات برابري ۽ اڻ برابريءَ جي ساهميءَ ۾ تُرندي تُرندي هن هڪ گس ڳولي ورتو هو. ٻئي ڏينهن ڪم تي وڃڻ مهل هن پاڻ کي صابڻ سان ڪي پهر ويهي مليو هو. نئون عيد وارو وڳو ڪيڏي پاتو هئائين. سرخي پائوڊر هڻي، جڏهن پٽ ۾ لڳل اڌ آئيني جي ٽڪر ۾ پاڻ کي ڏٺو هئائين، پنهنجي جسم مان ايندڙ هلڪي هلڪي صابڻ ۽ پائوڊر جي گڏيل سُرهاڻ کي محسوس ڪيو هئائين، تڏهن لڳو هئس، گل ميونسپل جي باغ ۾ نه پر سندس جسم تي ڦٽي پيا آهن. جڏهن ٽلندي ٽلڪندي لچي ڪم تي پهتي هئي ته باوجود هيڏن هُيڪارن جي

ڪيس محسوس ٿيو هو، ڏانهساٽندڙ نظرن ۾ ساڳي ڪراهت هئي، جبڪا هميشہ سندس وجود سان ٽڪرائجي رهي هئي سواءِ هڪ نظر جي......

ٻيبي ميلاد شريف ۾ وڃڻ لاءِ تيار ٿي برقعو پاتي، ٻاهر نڪري وئي هئي. مَاٽس وڏي ٻيبيءَ جي دالان جو فرش پي ڌوتو. جيڪو وڏي ٻيبي پنهنجي موجودگيءَ ۾ ئي ڌوئرائيندي ۽ پوچو ڪرائيندي هئي.

هن جيئن ئي بيڊ روم جو دروازو کوليو. ٻريل لائيٽ آف ٿي وئي. سواءِ ٻلٽ بند ٿيڻ جي ٻئي ڪنهن بہ آواز خلا ۾ گونجڻ جي ضرورت محسوس نہ ڪئي. روشني سان وهنتل ڪمري ۾ جڏهن هن پاڻ کي ٻيبيءَ جي پلنگ تي پکڙيل ڏٺو هئائين. تڏهن مَن وچ ۾ وڏا ٺهڪ ڏئي کلڻ لڳي هُئي. ڪيس لڳو هو ڄڻ ٻيبي سندس پير ۾ هيٺ فرش تي ويٺي آهي ۽ هوءَ ڪيس چئي رهي آهي تہ، ”ڪيڏي بہ مون ڪان ڪراهت ڪر، پر اڄ ڏس، مان تنهنجو سڀ ڪجهہ اوپر ڪري ڇڏيو آ.... سڄي عمر مان تنهنجي اوپر ڪائيندي رهي آهيان، اڄ ڪان پوءِ تون منهنجي اوپر ......“

ڪيس محسوس ٿيو هو، سندس ئي ٺهڪن جو پڙاڏو. سندس ڪنبر وجود سان ٽڪرائجي ٽڪرا ٽڪرا ٿي سڏڪن ۾ تبديل ٿي ويو آهي.



# نہ ڏرتي نہ آسمان

راتوڪي پَٽَ ۾ ثقيل جسٽ جي ٽالهيءَ کي مليندي مليندي ٻانهون ساٿيون ٿي پيون هئس ۽ جڏهن آخري دفعو مٽي چار مان ٻوڙي ، ٻہ ٽي رهڙا ڏئي گرم پاڻيءَ ۾ ٻوڙي ٽالهي ٻاهر ڪڍي هٿائين تڏهن ٽالهيءَ جي تري ۾ پنهنجو عڪس ڏسي دل ۾ آيو هيس.

"جيڪر قبول جو من بہ جسٽ جي ٽالهي هجي ، جنهن کي پنهنجي سپنن جي چار ۽ لڙڪن جي گرم پاڻيءَ سان ڌوئي ، رهڙي ، صاف ڪري ڇڏي ۽ پوءِ سندس من جي آئيني ۾ رڳو ئي رڳو پنهنجو عڪس پسندي رهي......!"

سس جي آواز تي ميري پاڻيءَ جي ٻاٽلي هٿ ۾ کنيو ٻاهر نڪري آئي . اندر ڪوٺيءَ ڏانهن ويندڙ دائيءَ کي ڏسي ڪجھ حيران ٿي.

"مائي ، سوير ساجهر

ماني ٽڪيءَ جي ڳراهين تي هڪ ڪم کي تہ سڄو ڏينهن ان ۾ پوري." چوندي هوءَ بہ دائيءَ جي پٺيان اندر ڪوٺيءَ ڏانهن هلي وئي ۽ جيڏي زور سان هن ڪوٺيءَ جو در بند ڪيو . هن کي لڳو ، ڇڻ ٻٽي زوردار طاق ، هن جي مٿي ۾ اچي لڳا هجن..........

تڏي تان مانيءَ کي اٿلائي ،"جيڪا ضرورت ڪان وڌيڪ پچي وئي هئي ، مانيءَ جي سڙيل داغن مان نڪرندڙ دونهين جون لارون ، ڪيس پنهنجي من جي ڦٽن اندران نڪرنديون پاسڻ لڳيون ، چڪري تي ٻي ماني وڌائي هٿ تي ڪٽي اڃان تڏي تي وجهڻ جي ئي ڪئي پئي تہ"اوئان ......اوئان..." جي آواز تي هٿ رڪجي ويس . اندران ايندڙ اوئان اوئان جو آواز مسلسل وڌندو ، هن جي من جي خالي ايوانن ۾ پڙاڏا ڪري گونجڻ لڳو...ننيڙي معصوم وجود کي نرس جي وحشي چنبن ۾ ڏسي ، هن يڪدم ذهن کي جهٽڪو ڏئي خيالن جي ڏهڻ مان پاڻ کي ڪيڻ چاهيو ، پر سندس من جا پير ٻاهر نڪرڻ بجاءِ ويا ٿي ڏهڻ ۾ چڪبا...... نرس جي سٽي لڳڻ سان هُو جنهن ماءُ جي لمس کي بہ محسوس نہ ڪيو هو، احتجاج طور چپ ڪولي ، اوئان اوئان جا پهريان ۽ آخري شبد هن جي ڪنن تائين پهچائي ڦٽڪي ڦٽڪي شانت ٿي ويو هو.

"شايد مون کي مدد لاءِ سڏيندو هجي....!" هن اکيون بند ڪندي ڪندي سوچيو ۽ پاسو ورائي ڏانهس ڏٺو ، جيڪو ڪنهن ٻي جان گڏي جيان ميز تي پيو

هو .گلابي گلابي پشم جهڙو نرم بدن ، ڳاڙها چپ چاتيءَ ۾ جنبش ٿي محسوس ڪري ، وڏيون ڇپرهاليون اکيون ، جيڪي ڪلهه کان اڌ ٿي بند ڪيون ويون هيون ، پتڪڙا گلابي هٿ سيني تي رکيون ، اٿين پيو هو جڻ پنهنجي سر جو دان گهرندو هجي. جسم ۾ شديد سور جي سٽ اڌ مٿو ڪري ٿي ڇڏيس . بند اکين مان نير وهندا ، اندر ئي اندر تلاءُ ٺاهيندا ٿا وڃن. اٿين پٿي آ جڻ سڪتو طاري ٿي ويو هجيس.

"هان ، هي وٽ ۾ هي سڀ ، اٿين سمجهه جڻ ڪو ڀيانڪ خواب ڏٺو هئي !" جيجيءَ سَوَ سَوَ جا ڪجهه نوٽ نرس جي هٿن ۾ ڏيندي چيو هو.

"توهان فڪر ئي نه ڪريو ، پر اچان ٻه شروع ۾ خبرداريءَ کان ڪم ورتو ها ته هيڏي مصيبت ڳچيءَ ۾ نه پئيو ها "نرس خوش ٿيندي ، رازداريءَ مان چيو.

"سڄو ڏوهه هن ڏائڻ جو ا، منهنجي معصوم ٻچڙي کي الائي ڪيئن ان راه تي وٺي وئي . هو ته صدقو وڃانس گلاب جو گل آ،گلاب جو گل پر ماڻهن ۾ ڪوهن جا وات ٻـ ڪنهن بند ڪيا آهن ڇا؟" سوچيم چوري آهي چوري ڇني جي ان حالت ۾ ٿا ڪيونس ته وجهندي فلم ڳچيءَ ۾.شڪر آ خدا جو ، وقت سر وٺي آئي مانس هيڏي ، عزت بچي . ڳوٺ هجون ها ته .....هاڻ رڳو هلڻ جهڙي ٿئي ، ٻڌايانس ٿي ٽيڙ ، جيڏانهن وڻيس ، وڃي ڌڪا کائي." جيجيءَ جي لفظن جو زهر ٻه هوءَ پنهنجي سور ۾ ڏک جيان چپ چاپ پي وئي .

هن ڳوٺ ۾ ڪيئي ڇوڪرين جي شادي ڏٺي هئي. سندن سهرا ڳايا ها ، ونواه ۾ وينل ڪنوار جي ساهيڙين ۾ هوءَ ٻـ شامل هوندي هئي ، جيڪي اينڊڙ سندر ڏينهن بابت ڪيس ڇيڙائيندي ، اصل ۾ پنهنجي اندر ۾ لڪل ڪنواري وينگس کي ڪتڪتائينديون هيون . ڪنوار جي مک تي حياءَ لڄ جو گلابي رنگ بدن تي مليل صندل ۽ ڪيسر ڦلن جي خوشبو ، کيس ٻه مسحور ڪري خوابن ۾ پهچائي ڇڏيندي هئس.

پر سندس شادي ٻه اٿين ئي ٿي هئي ، جيئن ٻڌس مرڻ پڄاڻان ماٽس،کيس مرشدن ۾ ڇڏي پاڻ وڃي پيو لڪيو ڪيو هو. صندل ۽ ڪيسو ڦلن جي سڳند من ۾ ئي ڪٽي رهجي وئي هئس.

هن محسوس ڪيو پئي رڳو گهر مٽيو هو ، حويلي ڇڏي ، جهوپي ۾ اچڻو پيو هو ، پر سندس حيثيت ساڳي ئي هئي .

مڙس کي ڏسي جڻ ڪرپ تي آيس. ٽلهو ڪارو اهڙو جهڙي نٿين حويليءَ نهڻ تي ، جيجيءَ ڪاري ڪني ، مٿي ماڙيءَ تي نظر بد کان رکرائي ڇڏي هئي . اکين جا پيچ ٻه ڍلا.هئس ، سسٽس ۽ پاڻ فاصلي تي وينيون هونديون هيون پر جڏهن نهاريندو هو ته هوءَ پلجي پوندي هئي ته ڪنهن کي تو ڏسي.... ۽ پنوءِ

جڏهن ، ” ٻوڙي آهين ، ڪا نہ ٿي ٻڌين “ چئي رڙ ڪري چڙٻ ڏيندو هئس تڏهن ٽپ ڏئي اٿندي هئي .

جڏهن هن ننڍڙيون چوليون ۽ ڪڇا سبڻ شروع ڪيا ، تڏهن ، اڻ ڄاتي خوشيءَ سان گڏ ڪنهن اهڙي پڇتاءَ جون لڪيرون بہ اڀري ايندڙيون هئس مک تي جن سان ايندڙ لمحن کي دز ۾ لٽجندو ياسندي هئي . ڪيڏي ذهني ۽ جسماني ڪرب مان گذري هئي ...... ۽ جڏهن دائيءَ جو آواز ڪن تي پيو هئس ” مئل آ “ تڏهن پنهنجو وجود ڪارونجهر تان ليڙيون پائيندو ، ڪرندو محسوس ڪيو هئائين .

پنهنجي هٿن سان ناهيل ننڍڙا چولا ۽ ڪڇا ، لڙڪن ۾ ڌوئي ، ورائي پيتيءَ ۾ بند ڪري ڇڏيا هئائين ، مڙس ۽ سس کي هاڻي ڇڻ بهانو ملي ويو متس زيادتي ڪرڻ جو .رات ڏينهن ياڏايو هئائين رب کي . راتيون جاڳي جاڳي نيزاريون ڪيون هئائين . جلد ئي خدا ڇڻ ٻڌي ورتي هئي سندس . هڪ دفعو وري پيتيءَ جو ڪلف لٿو هو ۽ ننڍڙيون چوليون پيتيءَ جي قيد مان آزاد ٿيون هيون . پر ”هن“ تہ ماءُ جي پيٽ جي قيد ۾ ئي پساہ پورا ڪري دنيا جي زهريلي هوا ۾ ساهہ کڻڻ کان نابري واري ڇڏي هئائين ۽ جڏهن هيل بہ دائيءَ ساڳيا لفظ چيا هئا ” مئل آ “ تڏهن هوءَ پنهنجي من ۾ ٻڳن کان روڪيل ڪيهون روڪي نہ سگهي هئي .... ٽنهين جو هڪ ئي وقت ماتم ڪري ، شانت ٿي وئي هئي .

هوءَ سمجهي نہ ٿي سگهي تہ اڻ ڪيل ڏوهن جي سزا رڳو ڪيس ئي چوٽي ملي ، سڀ ڪجهہ تہ دنيا ڪانئس ڦريو هو ، پوءِ خدا بہ .......؟!

جڏهن ڪنهن کان ٻڌو هئائين تہ سائين ننڍو ٽن پٽن جو پيءُ ٻڌجي چڪو آ تہ هوءَ ڪيئي سوال ، ڪيئي شڪايتون اکين ۾ سمائي رڳو آسمان طرف گهوري سگهي هئي .

قبول ڪيس ڪجهہ بہ نہ ڏنو هو ، پر جيڪي بہ ڏيندو هئس ان ۾ ورهاست هوءَ برداشت نہ ڪري سگهي هئي . عورت مرد جو اڌ ناهي قبولي سگهندي . هوءَ چاهيندي آ ، هو سڄي جو سڄو هن جو هجي ، پر هن وٽ تہ هاڻ اڌ بہ نہ رهيو هو

......!

هٽ ۾ جهليل ماني وڌي هيٺ لڙڪي وئي هئس ۽ ماني‌ءَ جي وچ مان سندس آڱرين جا پور، منهن تي ايري آيل ڏک جي تاثرن جيان ڇٽا تي پيا هئس. ۽ سامهون اڱڻ ۾ سس زوريءَ پٽ جي وات ۾ ڳڙ جو ٽڪرو وجهندي چوندي وئي ”هن نياڳيءَ کان تہ پهريون ئي هن، صدوريءَ جا پير پون ها گهر ۾ تہ جيڪر خوشيون الائي ڪيڏو اڳ پير چمن ها تنهنجا....!“

هن جا لڙڪ ڇلهہ مان ٻاهر نڪري آيل ٽاندن تي ڪرندا سندن جوت ۽ تپش وسائڻ لڳا.

# آخري دعا

غلط لڳي ويل چولي جي بخيي کي سٽيءَ سان اڪيلي ، ٻئي حصا الڳ ڪري ، ورائي پاڻ ۾ ٿاهي ، نٿين سر سبندي ، هوءَ سوچڻ لڳي ، ڪاش ! زندگيءَ جي شروعات وري نئين سري کان ڪري سگهي ......!

"خير جو ڇوٿون سال به اڄي پورو ٿيو آ ، اڃان ڪيڏو انتظار ڪبو ، مڙدن کي ته چار شاديون جائز آهن ، تون هڪڙي به نه ٿو ڪري سگهين ؟ !"

سس جي آواز تي مشين جي هٿئي کي زور زور سان هلائڻ لڳي ، جيئن ڪيئي دفعا ٻڌل جملي جي زهر کان پاڻ کي بچائي سگهي .

"امان ! الله مالڪ آ ، جي ٻي شاديءَ کان پوءِ به اولاد نه ٿيو پوءِ ....؟"

" پوءِ ٽين ، چوٿين ! پر تون پهرين ٻي ڪرڻ لاءِ ته ها ڪر ، ڪيستائين هن جي منهن ڏي ڏسندا سين !" پٽ جي لهجي ۾ اڄ شوخي ڏسي ، تڙي پئي ، لڳيس پيو ، سندس چٽنگ اڄ وڏي وڏو نه ته ننڍڙو شعلڙو ضرور ٻاريندي .

" امان ! جي اولاد هوندو نصيب ۾ ته انهيءَ مان ئي ملندو . الله جي ذات وڏي آ . نيٺ ته ٻڌندو ! باقي ٻي شاديءَ جا خفا مون کان ڪو نه پڄندا . " هن چڻ فيصله ڪن لهجي ۾ چيو . پٽ جي لهجي جي گنڀيرتا کي محسوس ڪندي سندس من ۾ ٻريل چٽنگ ، آخري پساهه کڻي خاڪ ۾ گم ٿي وئي .

" هيءَ مائي به ته ڏس! .... ڪو احساس ئي ڪونهيس ! الائي ڇا جو روح پيل اٿس. مايون ته چتيون ٿي پونديون هن اولاد ڪاڻ ! اولاد کان وڌيڪ پهاڄ اچڻ جي پوَ کان پيون پير پيٽينديون ، وهڻ ولوڙينديون ، پر هيءَ پيرن ، فقيرن کان ته اٿين ٿي وڻهُ وجي جڻ پهاڄ ئي اتي وڻي هجيس. ڪافرياڻي ديسان ڪافرياڻي!"

" ڪافرياڻي .... اسلام ۾ ڪافر کان وڌيڪ منافق کي ننديو ويو آ، پوءِ مان چاڻي واڻي منافقي ڪيان ........؟" سٽي لڳڻ سان ڇيچ مان وهندڙ رت جي ٽيپي کي رئي جي پلئه سان اگهندي سوچي ٿي .

" سياڻي جمعو آ ، مان به واندو آهيان . سوير ساجهر تيار ٿجان ته هلنداسين قلندر جي درگاهه تي !" مڙسس ڪٽ تي ليٽندي ، اڄ ڪانئنس راءِ وٺڻ بجاءِ پنهنجو فيصلو ٻڌائي ڇڏيو هئس.

" پر نثار ......! منهنجي دل نه ٿي چوي ، مان ڪهڙي نيت سان هلان .... الله مالڪ آ ، اسان به ته سندس ئي ٻانها آهيون . پنج وقت ڪيس سجدي ۾ ڪري ٿا

ٻاڏايون . اسان جي نہ ٻڌندو ڇا ؟"
" هاڻي گهڻو ٿي چڪو آ عذرا ! امان جو افسوس بہ اجايو ڪونهي . ٺيڪ آ ميان
تو تہ مرضي مٺڻين ذات جي هلندي آ پر هي پير پيغمبر بہ ان جا پيارا ٻانها آهن
. اسان جي بنسبت انهن جي سڏ جي وراڻي جلدي ڏيندو آ . اسان گهنگار تہ انهن
وٽ رڳو سفارش لاءِ ٿا وڃون ، تون بہ پنهنجي نيت هاڻ صاف ڪر!" لهجي ۾

رڪائي .
" سفارش ...... ! خدا کي بہ سفارش جي ضرورت پوندي آ ......!!!"
سوچي ٿي ڪجهہ ڪُڇي ڪو نہ ٿي .
" مان تہ هميشہ امان کي ٽارڻ جي ڪوشش ڪئي آ . ماءُ جي دل آ ۽ مائون
هميشہ پٽن جو وسيل گهر ڏسڻ چاهينديون آهن . جي تنهنجو اهو ساڳيو ئي
ضد ۽ لاپرواهي رهي تہ ٿي سگهي ٿو ، امان پنهنجي ڳالهہ مڃرائڻ ۾ ڪامياب
ٿي وڃي!" هن لهجي ۾ آئيندي جي خوف جو عنصر شامل ڪندي ڏانهس
گهوريندي چيو.
هن ڇڻ سنڌس جملو ٻڌوئي ڪين هو . ڪٽ جي واڻ کي ساڳيءَ روءِ ۾
ڪوٽيندي رهي. هو ٻئي سڌي يا اڻ سڌيءَ طرح جڏهن بہ ڪيس ٻي شاديءَ جو ڏيپ
ڏيندا هئا ، تڏهن هوءَ دل ئي دل ۾ ڪلي ڏيندي هئي.
" عورت لاءِ وڏ ۾ وڏ ڀهاچ جو ڏڄ /دڙڪو هوندو آ ۽ مرد لاءِ.....؟"
صبح ساڻ تيار ٿي گاڏيءَ ۾ ويهڻ کان پوءِ جيئن جيئن گاڏيءَ جا ڦيٿا اڳتي
وڏي روڊ کي پوئتي اڇليندا ٿي ويا ، تيئن تيئن ڪيس پنهنجو پاڻ ڪنهن
سيڪڙاٽ تاروءَ جيان ٻڏندو ٿي محسوس ٿيو. هن کي محسوس ٿيندو هو ڇڻ
هوءَ چاڏيءَ ۾ پيل مانڌاڻي هجي ، جنهن کي ڦيرائڻ لاءِ رسيءَ جا ٻئي سرا
سسڻس جي ٻنهين هٿن ۾ هوندا هئا پر سنڌس وجود کي ويڙهيل رسي جو هڪ
سرو مڙس جي هٿ ۾ ۽ پيو....؟
درگاهہ جي چاتلِ سچاتل پيچرن کي اورانگهيندي مڙس پويان هلندي پئي
وئي . ڪيس ائين لڳي رهيو هو . ڇڻ رستو لوهہ جو ٺڄي ويو هجي ۽ سنڌس
پير چقمق جا....
گهنڊ جي ٽن ٽن ٽن ٽن .... تي هوءَ محسوس ڪرڻ لڳي ، لوهہ لوهہ سان بہ پر اهو
ڀاري ڀاري گهنڊ ڪير سنڌس مٿي سان ٽڪرائي رهيو هجي ، جنهن مان
نڪرندڙ ٽن ٽن ٽن جو آواز هڪ احتجاج ٺڄي پيو هجي ،اهڙو احتجاج ، جيڪو
هن درگاهہ جي واليءَ سان ڪرڻ چاهيو هجي . پنهنجي زندگيءَ جو احتساب ، ان
زندگيءَ جو ، جنهن جو ڪو ڪيس هن ننڍي عدالت ۾ پيش ڪندي ، وڏي
عدالت ۾ پيش ڪندي ، وڏي عدالت ۾ پهچائڻ لاءِ وينتيون ڪيون هيون ،
گڙگڙايو هو.... هن کي خبر نہ پئي تہ هوءَ ڪيئن اچي مزار جي چاريءَ وٽ بيٺي
هئي شايد سوالين جي ڏکڻ سان هوءَ بہ ڏڪجي آئي هجي ......

سيني جا ٻڪ مٿي ۽ منهن مزار ۾ هو پر هن جا هٿ ڏرتيءَ ڏانهن ۽ مٿو جاريءَ ۾ ڪتل هو . يڳن ڪان بند ڪيل لڙڪن جو رستو ، اڄ پاڻهي پاڻ ڪلي پيو هو . پر يڳن جو رڪيل پاڻي ، اکين رستي ڳلن تي نه پر اندر ئي اندر ٺهيل من جي ڪڏ ۾ ڪري ڪري سينوارجي ويو هو ۽ اڄ .... اڄ جڏهن اکين جا بند ٽٽا ها ، تڏهن نيٽن مان لڙڪن بجاءِ وهندڙ سينور سان سڄو فرش سائو ، دڳ دڳ ٻڏجي ويو هو ۽ جڏهن هن مڙس ڪي روضي جي جاريءَ جي سوراخن ۾ مراد جو ڏاڳو ٻڌندي ڏٺو ، تڏهن هوءَ جاريءَ ۾ ٻڌل ٻن رنگن وارو اهو ڏاڳو ڇوڙڻ لڳي ، جيڪو هن ، تڏهن ٻڌو هو ، جڏهن سندس دل تي سائي سينور جا تهه تي پيا پر لڙڪن جو ٽيپو به نه ڪريو هو .

به رنگ ڏاڳو..... هڪ رنگ ، سندس سپنن جو ، ٻيو رنگ " هن" جي خوابن جو ... هوءَ ڏاڳي کي مٺ ۾ جهليو ، انيڪ پل ، خلا ۾ گهوريندي رهي ، جڻ خلا ۾ پيدا ٿيندڙ ٻـي رنگ دائرن ۾ ڪو عڪس ڳولهڻ جي ڪوشش ڪندي هجي.....

۽ جڏهن مڙسس اولاد جي دعا لاءِ هٿ مٿي بلند ڪيا ها ، تڏهن هن جا هٿ به پاڻهي پاڻ خلا ۾ بلند ٿي ويا هئا . ٻن مختلف هٿن جي ٻڪ ۾ گهريل "هڪڙي دعا" واپس ورڻ لاءِ جيڪا هتي ئي ڪنهن ڪنڊ ۾ گم ٿي ، ڇپيا ڇپيا ڇپيا ڇپيا سسڪي رهي هئي .



# توڪان ٿيندي ڏار

جڳهہ جي ايراضي ايڏي گهٽي بہ ڪو نہ هئي پر ڪنسٽرڪشن اهڙي صحيح منصوبہ بنديءَ سان ٿيل هئي جو بہ ٽي فيمليون آسانيءَ سان رهي ٿي سگهيون . وڏو دالان ، جنهن جي چوڌاري ڪمرا ، ڪمرن مٿان ڪمرا جن جي آڏو گيلريون ، دالان ۾ ٻنهين طرفن ڪان گيلريءَ ۾ ويندڙ ڏاڪڻيون مٿين ڪمرن مان ٻاهر بالڪنيون ، اترئين طرف هڪ بالڪني سوڙهيءَ گهٽيءَ ۾ هئي ، جنهن مان اگر ڪا اتفاق سان گاڏي لنگهندي هئي تہ ماڻهوءَ کي پاسو ڏئي ، سوڙهو ٿي اڳتي وڌڻو پوندو هو . بالڪنيءَ ۾ تڪرڻ سان ، سامهون ٿي اهڙين پراڻين جڳهن جي قطار ، جن جون دونهاتيل ڪاريون پٽيون ،ساوا ،ڪارا ، در دريون ڀڳل شيشا ، جن مان اندر رهندڙن جي اقتصادي حالت جي پري کان ئي ڄاڻ پئجي پئي وئي . اولهہ پاسي ڏانهن لڳو لڳ جڳهہ هئڻ ڪري اوڏانهن ڪا بہ دري يا بالڪني نہ هئي . ساڳيو حال اوڀر ڏانهن بہ هيو . البتہ ڏکڻ واري پاسي ڏانهن اترئين جي بنسبت ويڪري بالڪني ، جنهن مان هيٺ نظر ايندڙ اترئين پاسي جي بنست ويڪرو روڊ هو . روڊ جي پرئين ۾ مسجد ، جيڪا ڪنهن دور ۾ پهريون مندر هو . مسجد سان لڳو لڳ پراڻي ڊبل عمارت ، جيڪا ورهين ڪان جيئڻ جو تيئڻ پئي هئي . ان سان لڳو لڳ چند عام استعمال جي شين جا دڪان ها ، جن جي آخر ۾ نندي گهٽي هئي ، جيڪا اڳتي هلي مين روڊ تي ختم ٿي ٿي.

اسان جي هيءَ جڳهہ شروع ۾ سيني جي ڪٺي رهڻ ڪري سڄي استعمال هيٺ هوندي هئي ، پر جڏهن ڪنهن چاچي الڳ بزنيس شروع ڪيو . ڪو نوڪريءَ سانگي ٻئي شهر هليو ويو تہ باقي وڃي اسان جي ڇهن فردن تي مشتمل فيملي بچي ۽ اٿين جڳهہ جو مٿيون پورشن بند ڪري صرف هيٺين کي استعمال ڪندا هئاسين . ڪڏهن ڪڏهن هوا خوريءَ لاءِ مٿي بالڪنين ۾ وڃڻ ٿيندو هو نہ تہ بس ! هر فالتو ، " آئوٽ آف ڊيٽ " ، " آئوٽ آف يوز " شئي مٿين ڪمرن ۾ پهچائي ويندي هئي ، جن کي ڪمرن بجاءِ هاڻي اسٽور چوڻ مناسب ٿيندو.

اسان اسڪول ۾ هٿ جي ٺهيل شين جي نمائش منعقد ڪئي ۽ هر نمائش جيان ان ۾ بہ شاگرديائين جي هٿان ٺهيل شيون گهٽ ، ريڊي ميڊ ورتل شيون وڌيڪ هيون . هر ڪو ان ڪوشش ۾ هو تہ هن جو اسٽال وڌيڪ مقبوليت حاصل ڪري اسان مان چند ٽيچرس ، اها ذميواري پاڻ تي ڪنئين تہ ڪجهہ اوريجنل ، ڪلچرل قديم ۽ پراڻيون شيون هٿ ڪجن .گهر اچڻ کان پوءِ ڪافي سوچيم تہ

ڪيئن ۽ ڪٿان اچن ، اهي شيون ! اوچتو نظر منهنجي گيلريءَ مان نظر ايندڙ ڪنڊ واري ڪمري تي پئي ، جنهن جو در اڌ ڪاٺ جو ۽ اڌ ۾ چار شيشي جا فريم بچيل هئا ، جن مان ٽن جا شيشا تہ هميشہ پڪل ئي ڏٺا هئا سين ، باقي هڪ فريم جي ڪنڊ ڪان شيشي جو رهجي ويل حصو پنهنجي ڪڏهن سچي هئڻ جو ثبوت ڏئي رهيو هو .

پنهنجي زندگين جو دائرو ڪيڏو محدود ڪري ڇڏيو اٿئون جو ان مان ٻاهر نڪرڻ لاءِ گهڙيال جي ڪانٽن جو محتاج ٿيڻو پوندو آ . وقت جي گهٽتائي ، زندگيءَ جون مصروفيات ، ڪيڏو پري ڪري ڇڏينديون آهن ، هڪ ٻئي ڪان ! حال جي مسئلن کي حل ڪندي ڪندي اهو ٿائيم ئي ناهي ملندو تہ ڪڏهن ماضيءَ ڏانهن پٺ ورائي بہ ڏسجي .... ايئن پنهنجي " عدم الفرصتيءَ " سبب سال ٿي ويندا هئا ، انهن ڪمرن ڏانهن رخ ڪئي . مان ڏاڪا چڙهندي ، گيلريءَ کي اورانگهيندي وچي ڪنڊ واري ڪمري جي پڪل در وٽ پهتس ، جنهن جي

ڪڙي کي لڳي ويل زنگ مان ئي معلوم ٿي ٿيو تہ عرصي ڪان هن در کي نہ کوليو ويو آ . هلڪي ڪوشش ڪان پوءِ در کولي ڪمري ۾ اندر گهڙيم . مٽيءَ دز جي هڪ لهر منهنجي نڪ وٽان گذري دماغ تائين پهچي وئي . ٿيج ايندي ايندي نڪ ۾ ئي رهجي وئي .

بتڻ کوليم ، بلب پيل ڪو نہ هو ، يا فيوز ٿي چڪو هو شايد! سامهون ٻاهر کلندڙ بند ٿيل روشندان جي سيرن مان ڪجهہ روشني آئي پئي ، منهنجي اڳتي وڌڻ تي ڪا شيءِ هيٺ ڪري ، منهنجي پيرن کي ڇهي وئي . هٿ پنتي ٿيم . ڏٺم تہ مٽيءَ ۽ دز ۾ لٽيل "هاڪي" هئي . جهڪي هاڪيءَ جي وڪڙ واري پاسي ۾ هٿ وجهي ، روشندان کوليم . جيڪو ٽورڙي ئي شش و پنج ڪان پوءِ پاڻهي کلي پيو . روشندان کلڻ سان ، مٽيءَ جو هڪ ننڍڙو طوفان ، روشنيءَ تي اندر ايندو محسوس ٿيو ۽ ڪمري جي اونداهيءَ ۾ گم ٿي ويو . هاڻي هر شئي چٽي ٿي پئي هئي . منهنجي نظر سامهون پراڻي ميز تي پيل "زين جي ڪور" سان ڍڪيل ڪاٺ جي پيتيءَ تي پئي . اڳتي وڌي ، ڪڙي ٽان مٽي لاهي کولڻ جي ڪوشش ڪيم . ٽورڙي ئي ڪِر ڪِر ڪان پوءِ هلڪي دز اڏائيندي هوءَ کلي پئي.

پيتيءَ کلندي ئي منهنجي ڪنن ۾

"تار ماتا تار ، پنهنجي ٻچڙن کي تار....."

جا سر پڙاڏا ڪري گونجڻ لڳا . تڏهن ياد آيو ، هي اهو ئي فونو گرئف هيو جيڪو ننڍڙي لاءِ جڏهن ارڙي يا ماتا جي وبا ڦهلي هئي ، جنهن هلندي هلندي ، اچي اسان جي بہ سار لڌي هئي ، تڏهن امان اچا ململ جا پهراڻ پهرائي سمهاريندي اهو فونو گرئف کولي ڇڏيندي هئي ، جنهن ۾ هلندڙ اها لولي جنهن سان ارڙي ماتا کان رحم جي بيک هوندي هئي ، ڪيڏو سڪون ڏيندي هئي . جڻ امان ، پنهنجي هنج ۾ سمهاري لوليون ڏيندي هجي.

منهنجو ذهن لوليءَ جي مٺن سرن ۾ گم هو جو منهنجي هٿن ، زين جي
ڪور ۾ پاسي کان نهيل ڪيسن ڪي جاچي ورتو هو ، جنهن ۾ پيل پنن جي ڪڙ ڪڙ
، منهنجو تجسس وڌائي ڇڏيو ، پڙهيل ماڻهوءَ سان اها وڏي ٽريجڊي هوندي آ
تہ ڪنهن بہ لکيل شئي / تحرير کي جيستائين پنهنجي اکين جي ساهميءَ مان نہ
گذاريندو ، تيستائين چين نہ ايندس ! مون کان اها ڳالهہ ٿي وسري وئي تہ هيءُ
هيڏو ايڊوينچر ڇا لاءِ ڪيو هيم . دز ۾ لٿيل ، اصل رنگ مٽي پيلا ٿي ويل پنا
ڪڍي ، سامهون ڏڪڻ واري بالڪنيءَ ۾ اچي ويٺم . چنڊ ڏنم ، اهي خط هئا .
ڪنهن اڻ ڏٺل تحرير ۾ ! گهر ۾ ، مٺن مائٽن يا دوستن جي تحرير کان تہ واقف
هجيو آ. تجسس تهائين وڌي ويو . هڪڙو خط کولي پڙهڻ لڳم .
منهنجا پريم !
مان نہ ٿي ڄاڻو تہ وقت ۽ قسمت هيئن بہ وڇوڙيون آڻيندي ...!
اسان جي تياري تقريبن مڪمل آ. ڪالهہ دادا ٻڌايو تہ اوهان سنڌ ڪو نہ پيا
ڇڏيو !
ڪاش ! مان بہ نہ ڇڏيان ، تو سان ئي رهان ، پر وقت ، اسان کي ان ٻنڌڻ ٻڌڻ جي
مهلت ئي ڪٿي ڏني آ ....!
تون ، ڪاڪا وارن کي سمجهاءِ ! داد پئي چيو تہ جيئن پوءِ تيئن حالتون وڌيڪ
خراب ٿي وينديون . ڌرتي ماتا سان ، پنهنجي گهر در سان اسان کي بہ موهہ آهي
. ڪاروبار ۽ ملڪيتون وري بہ ٿي پونديون پر سرن کان وڌيڪ ڪا شئي اهم
ناهي. ڀڳوان ۾ وشواس آ ، ضرور ماڳ موٽائيندو وري ! تون پاڻ ئي ڪوشش
ڪر ، هو تنهنجي ضرور ٻڌندا ، مون کي تہ سمجهہ ۾ نہ ٿو اچي ، ڪيئن رهي
سگهنداسين پاڻ هيڏن فاصلن تي .... ڪجهہ ڪر پريم ! ڪجهہ ڪر !
تنهنجي رتنا
ٻئي خط تي ڪيئي هنڌن تي پاڻيءَ جا ڇنڊا لڳڻ سبب ڪٿي ڪٿي لائينون
ڍٺل هيون ، جنهن ڪري تحرير سمجهہ ۾ نہ ٿي آئي ، دل مان ڪٿان آواز آيو
،"تحرير پاڻيءَ سان ڍٺل آ يا لڙڪن سان .......؟!!"
ٽئين خط کي کولڻ بعد ٻين ٻن کي مون کي کولڻ جي همت نہ ٿي ، منهنجي
روڻ روڻ لرزي وئي خط ۾ هيو ،
" منهنجا پريم !
منهنجي ٽٽل همتن کي ساهس ڏياريندڙ منهنجا وشواس !
منهنجي آتما کي شانتي ڏيندڙ منهنجا ڀڳوان !
رات ڏينهن ڀڳوان کان پرارٿنائون ڪيون اٿم تہ "اي ڀڳوان ! جي پرٿويءَ ۾
دين ڌرم ئي سڀ ڪجهہ آ تہ پوءِ هي دليون ٺاهڻ جو ڪشٽ ڇو ڪيو هيئي؟جي
دليون ئي نہ رهيون تہ تنهنجي اپاسنا ڪرڻ وارو ڪير هوندو؟
خدا ، ڀڳوان کي تہ مهاشڪتي هوندي آ ، پوءِ هو پنهنجي مندر ، مسجدن

جا بنياد پنهنجي اپاسڪن جي سپنن سان ڇو ٿو پري ....ڌرم جو ڳاٽ اوچو ڪرڻ لاءِ انسانن جون سسيون ڇوٿو ڪپرائي . هر ڌرم استان جي اڄ انسان جي خون سان ڇو ٿو اجهائي ، سرير جي شانت ٿيڻ کان پهريون ئي آتمائون ڇو ٿو الڳ ڪري ....!

اي ڀڳوان ! سنڌ جي حد ڇڏڻ کان پهرين منهنجي سرير مان آتما ڪڏي ڇڏجان ! مان توکان ڏور ڪيئن وڃي سگهندم ....... ان کان ته آتم هتيا ڪريان ، مون کي اجازت ڏي پريم ....!

تنهنجي پتر مون ۾ ڪيڏو وشواس به جاڳايو آ . جنهن کان پوءِ ڪنهن ڪنهن ويل سوچيان ٿي ته هيءَ وير تنهنجي چوڻ مطابق چند لمحن جي آ . ڀڳوان سڀ آپرائون دور ڪندو ۽ سندس ديا سان ، سڀ ڪجهه ساڳيو هوندو . پر ڪنهن ويل ،من ڏاڍو ملول ٿو ٿئيم ، جو آتم هتياجو طريقو سوچڻ ٿي لڳان ..... پر تنهنجو چيو ته هونءَ ئي گيتا جي پرشنن سان پيئيندي آهيان . تنهنجي چئي کي ڪيئن ٿي رد ڪري سگهان ، پر تون پنهنجي وچنن تي قائم رهجان پريم ! جيئن ئي حالتون صحيح ٿين ، مون ڏي هليو اچجان ، پوءِ گڏجي ، پنهنجي ديش ورنداسين ! ڪيڏي خوشي ٿيندي آ پريم ! ڪنهن شئي کي وڃائي پائڻ جي .......! مان وَ يس ايندي ئي پنهنجي ماتر ڀومي جي مٽيءَ کي چمندس پنهنجي گهر ، پنهنجي جنم ڀوميءَ تي سر نوائيندس .

هينئر جيئن وڃڻ ۾ وڃي ڪي لمحا بچيا آهن ، مان هر شئي کي ، درن درين کان ويندي پٿرن کي ، رڳو پاپوهه مان آلين اکين سان گهوريو اٿم . ڪين سرگوشين ۾ وينتي ڪئي اٿم ۽ شرط وڌو اٿم ته سچي دل سان پنهنجي هن سڪيءَ کي ياد ڪجو ته موٽي اچي اوهان کي منيون ڏيندم . پريم ! اچين ته پاڻ سان پنهنجي چائنٽ جي مٽي ضرور کنيو اچجان . پر ساد طور کنيو ته مان به ٿي وڃان پر تو واري آنڌلي، سيندور سمجهي سينڌ ۾ لڳائيندس .

وقت جي بيرحم وير جتي به پهچايو ، هر پرائي گهر / در تي هيءُ نيڻ منهنجا تو لاءِ پيا واجهائيندا . ڪنهن ماڳ رسي تو کي ايڊريس لکندم تون جلد ئي اچڻ جي ڪجان ڄيئن سگهو تي واپس ورون .

هر اڳتي وڌندڙ وک سان پوئتان تنهنجي راهه ڏسندڙ ، هزارين جنمن تائين تنهنجي منتظر

رتنا

خط پڙهي منهنجو هيانءُ ٻڏڻ لڳو ، اکين ۾ ايڏي تپش محسوس ڪيم جڻ سج سوا نيزي تي لهي آيو هجي .

امان کي مٽي ايندو ڏسي رليڪس ٿيڻ جي ناڪام ڪوشش ڪندي ، خط ڏيکاريومانس ، امان خط هٿ ۾ وٺي پڙهڻ کان سواءِ ئي ٿڌو ساهه پريو ، ائين ٿي لڳو جڻ ڪيس خط لفظ بلفظ ياد هجن

" امان ڪنهن جا آهن هي خط ؟"

" ڇا تي پڇين ڏيءَ ! دنيا ڏاڍي ظالم آهي ، مذهب جي آڙ ونئي پنهنجي ذاتي مفادن لاءِ انسان ڇا ڇا نہ ٿو ڪري .... هيءَ جڳهہ اسان جنهن ڪان ورتي هئي ، اهو هن جو اصل مالڪ نہ هو ، هن جا اصل مالڪ هندو هئا . ورهاڱي دوران ، هن راتو واه سڄي خاندان کي قتل ڪرائي ، ڪوڙو ڪليم ڀرائي ، هن جاءِ تي قبضو ڪيو هو .
جڏهن اسين ڳوٺان لڏي آياسين ، تڏهن چڱي خاصي قيمت تي هيءَ جاءِ اسان کي ڏئي ، پاڻ نڄاڻ ڪيڏانهن هليو ويو.
اهو فوٽو گرئف جنهن مان هيءَ خط تو کي مليا . اسان جو ناهي ، نہ ئي هن جو هو ، پر ان جا اصل مالڪ شايد اهي ئي آهن، جن جي هيءَ جاءِ هئي . جن ڏانهن هي خط لکيل آهن . نہ صرف فوٽوگرئف پر ٻيا بہ ڪيترائي سامان سٽيا پيا آهن . انهيءَ اسور ۾ ... شل نہ ڪنهنجو اجهو ڪسجي .....!"
منهنجو دماغ چڪرائڻ لڳو . پنهنجو پاڻ ڪان نفرت ٿيڻ لڳي . سامهون اڳوٺي مندر ۽ هاٽوڪي مسجد مان مون کي ڪيئي بيگناهن جو خون سوسرائيون ڪري وهندو نظر آيو . مون کي جڳهہ مان وحشت ٿيڻ لڳي ، ائين ٿي لڳو ڄڻ پرينءَ ۽ رتنا جي پريم کي ڪنهن ٻئي نہ ، مان ئي پنهنجي هٿن سان قتل ڪيو هجي.!!



# جڪڙيل وجود- آزاد سپنا

"تو بنهن منهنجا رب ! (رب تي زور ڏيندي ) الائي ڇا ٽيون رنون ڳالهائيـن . ڪٽ پٽ ڪٽ پٽ ، ائي تو ڪجهہ سمجهيو سوني ، ڇا پئي چيائون ؟"
" نہ سائڻ !" منهن ڦيلهو ڪندي .
" ڇو ، تو ڪي ڇا ٽيو آ ، ڳوٺ ياد آيو ائٽي ڇا ؟"
" نہ سائڻ !" اوٻاسي ڏيندي .
"ائي ڇوري ،' نہ'ڪان سواءِ بہ ڪجهہ ڳالهاءِ ! اسان جو آ جو اڳ ۾ ئي هن ڪڪڙ جي ڪُڏيءَ جيترڙي فليٽ ۾ اڇي ساهہ منجهيو آ ، مٿان تون بہ ٻوٿ سڄايو ويٺي آن . اٽ ۽ وچ هوڏانهن ڇاٽس نالو ڪچن (ڪچن) مان وڃي باڪس ڪڍي آ. الائي پاڻ وارو ڪٽي ڪيريم !" هيڏانهن هوڏانهن ڦٽڪندي تي چوي.
"سائڻ بورچي نہ مان تي ڪلي پيو ، چوي ڪچن نہ چئو ، چئہ ڪچن !"

ڏند تيڙيندي تي چوي.

" ائي ڪچن جان (يا ) ڪچن پر آهي تہ ساڳو رڌڻو ئي نہ ، وچ هاٽي تر. ڏاڍي ٻاڙ تي اٿم ٻيڙيءَ جي . مٿو پيو ٺو پنواٽيـون ڪائـي ، مان واري ننهن چئي سگريٽ پيءُ. سگريٽ تي پيان ..... انهيءَ ڏينهن ئي صدقو وڃانس ٻچڙي جي پاڪيٽ مان بہ ٽي سگريٽ آٽي ڏنئين تہ مهمانيون ٽيون اڇن . انهن جي منهن تي اها پن جي ٻيڙي نہ هيءُ سگريٽ پيئجو . مان بہ ڪٽي پي تہ ويم پر ٻيڙيءَ جهڙي لئہ سگريٽ ۾ ڪٽي .... ائي سڄو ڏينهن جو ٽي ويءَ ۾ اڪيون وجهيون ويٺي هوندي آن ، سمجهيئي ڪين تہ ڇا پئي ڳالهائين پاڻ ۾ ..." ٻيڙيءَ جو سوٽو هٽندي رازداريءَ واري انداز ۾ تي پڇيس .
" سڄو تہ ڪو نہ سمجهيم پر چيائون پئي :" ڪڏهن ويندي ؟" شڪر ڪر رڳو سس آئي ائٽي ...."
" ڇو سندن ڪميٽن جي پيءُ جو تي ڪانوان ، يا هن ڌارئيءَ جو ! ائي پنهنجي ٻچڙي جي ڪمائيءَ مان تي ڪانوان ، ڪو پترو ڦاٽي رنن جو . رخ تہ مان بہ ڏسيون ويٺي آهيان ماٺهن جو ...." اندر ننهن جي ڪمري ڏي اشارو ڪندي " پر مٿو ڊاڪٽر بہ ڇڏي نہ ، گورين جا ٻڪ ڪائي ڪائي هاٽي تہ منهن جو ساهہ ٺو منجهي . حق تي مان بہ چوان تہ ڇو ڇوريون مون سان نہ آيون ، اڳئيـن گهمري اڇي سڄو لڪاءُ ڏسي جو ويون هونديون . پر ڇا ڪجي پنهنجو رت خراب نہ ٿئي تہ هنن

ڏارينِ کي ھمت آ. هينئن اسان تي هلان ڪرڻ جي ..... پنهنجين جي واڳ پري پئي آ ۽ هنن لاهي پاهي ڪري مارو ڪيو آ ڏارين تي . اندر تہ جيڪو منهنجو تو سڙي نين ، پڻ آ ، نپائلي آ ، مان ڪين سوچيندي هوندم تہ اڄ جو "هنن" نہ ورتيون تہ سپاٽي "هو" سندن پينر وئندا. اهي بہ آئيندا ڏاريون ا ڇوڪرين تہ اسانجين جي حياتي وھ تي نہ . نہ پڙهيون . نہ پرڻبيون ڏارين ۾ تہ ڪين ڪبي ، ويندي واڳ ڪنوارينِ سان پربي ا"

۽ هوڏي هوءَ ، وڏي ڪاٺ جي ڪٻٽ جي آئيني اڳيان (جنهن جي عمر جو اندازو مٽس چڙهي ويل ڪاري چيڙهہ مان ٿي تي تي ويو) تري تيل جي پري، پنهين هٿن ۾ مهٽي ، وارن کي هٽندي ٿورو چرڪي ٿي. آئيني جي اڃان ويجهو وڃي وارن کي هيڏي هوڏي اٿلائي پٿلائي ڏسي ، مطمئن ٿيندي ٿي چوي .

" تيل جي چمڪ آهي " چپن ۾ پڪي وار لسا ڪري ، ڪٻٽ جي خالي مان نئين موتين تي ٿهيل سڳي ڪڍي چوٽيءَ کي وڪڙ ڏيندي ٻاهر ورانڊي ۾ نڪري ٿي اچي . ڪنڌ ۾ پيل ڳاڙهي جنديءَ جي پينگهي ۾ ويهي لڏندي ، نظر سامهون ڪوٽ جي ڪونگرن تي ٿي پوي . طنز مان مرڪي اکيون ٻوٽي سمهي ٿي پوي ، چهري تي ايڏو اطمينان ، ڇو اهي ڪوٽ جا ڪونگرا ، هڪ هڪ ٿي ، سندس نظرن اڳيان ڪري رهيا هجن ۽ انهن ڪوٽن جا مقفل دروازا پاڙئون پٽجي پيا هجن . هوءَ بہ هن کي انهن ڪوٽن جي اوچائي ۽ درن کي ڏنل وزني قلفن جي پرواهہ بہ ڪٿي هئي . چاهي جو سندس پر ڪٽيل ها پر سندس سپنن ۾ ايڏي سگهہ هئي ، جو هو هر رات انهن کان اوچو ..... تمام اوچو اڏي ڪنهن دور ديش ۾ اڏيل پنهنجي گهرڙي جي اندر منتظر نيڻن جو پيغام ڪٺي ايندا ها . اهو گهر جنهن ۾ ڪو بہ دروازو نہ هو .



# ڏوَ بنا ڏوليا

"کهڙي آ اسان جي بہ زندگي .... ڏينهن رات ٽنگون هٽي هٽي ، ايترو بہ نہ ٿو ملي جو موت ۾ مليل ڦٽن جو مرهم ٿي وٺي سگهجي!" دلشاد سڄيل پيرن تي چيٽي جي پنل چار جا ٿهہ رکندي ، پٽيءَ ۾ مليل پئسن ڏي حقارت مان گهوريندي چيو .

"نڙي بہ تہ ويهي وئي اٿئي.....؟" ماڻس سندس پڻ پڻ کي نظر انداز ڪندي پنهنجيءَ روءِ ۾ چيو.

"نڙيءِ پيرن جو علاج ٿي ويندو آ امان ! پر هن من جو علاج ڪير ڪري ، جيڪو ڪرسين تي ويٺل سونن زيورن سان جهنجهيل ، گهورون گهوريندڙ رئيساڻين کي ڏسي ڪڙهندو آ..... اسان جي من ۾ پيا" سائين ثابت علي شاهہ" جا مرثيہ گونجندا ۽ هو.... نوٽ ٻن آگرين ۾ لٽي سان جهلي چونديون ،" ائي ڪو ڍسڪو ڳاءِ " ڍسڪو ڳاءِ....." منهن سچائي هنن جي چيل لفظن جو نقل ڪندي پيرن کي ڪٽ تان هيٺ لاهيندي سوسٽ نڪري ٿو وڃيس .

"لهين ڪاڏي ٿي ، گهڙي سوا ترس تہ خاک سکي ، تون ويهہ تہ چلهہ ۾ ٽاندو هوندو اجان ، لوڻ پاڻي ڪوسو ڪري آٽي ڏيانءِ تہ گرڙيون ڪر ، سياڻي ڳائڻ جهڙي تہ ٿيئي نڙي !" ماڻس ڪنجهندي ٻاهر نڪري وئي .

دلشاد ، سمجهہ سان ئي تہ پاڻ کي ، ماءُ ۽ ماسين جي وچ ۾ دهل جي پر ۾ ويٺل ڏٺائين . ماءُ ۽ ماسين کي ڏسي ، جڏهن هوءَ بہ ضد ڪري ماڻس کان پيرن ۾ چير ٻڌرائيندي هئي ، تڏهن هن ڪين ٿي ڄاتو تہ اهي ٿي پيرن جا گهنگهرو اڳتي هلي ، ڳلي جا ڀاري طوق ٻڻجي ويندس ! شروع ۾ تہ نچڻ ڳائڻ جو اهڙو شوق هوندو هئس جو ريڊئي کي فل آواز ڏئي پئي پنهنجي منهن نمڪا هڻندي هئي . اڌ رات تائين جاڳي ڪلام ياد ڪندي هئي .

هاڻي هوءَ ايڏي پڙ تي چڪي هئي جو سندن ٽولو ، هن کان سواءِ اڻ پورو هوندو هو . پهريون ماڻس جي نالي سان سڏيو ويندو هو ، پر هاڻي هيءَ ئي سيني جي سڃاڻپ ٻڻجي وئي هئي . هر خوشيءَ جي محفل ، دلشاد کان سواءِ ٻاڙي پاسندي هئي . ڳائي ڳائي ، چند پئسن جي عيوض پراون درن تي ڏڪا کائي کائي ، جڏهن ساڻي ٿي اچي گهر ڪرندي هئي ، تڏهن کيس ائين لڳندو هو ، ڄڻ هيءَ ڏيڻ کيس آهستي آهستي ڳڙڪائيندي پئي وڃي ، جنهن ۾ پاڻ ئي اڻ ڄاڻائيءَ ۾ پير وڌو هئائين . پر اها سندس پل هئي ، پاڻ چاهي ها ، نہ چاهي ها

پر ماڻس کو چڏيس ها ڳارائڻ بنان! ان جي آئيندي جو آئت بہ تہ اهي ڏيون ئي هيون نہ ؟!!

جڏهن هوءَ ٽڪجي ٽٽجي ايندي هئي ، تڏهن ڪيڏي دل چاهيندي هئس تہ ڪو اهڙو مضبوط ڪلهو هجي ، جنهن تي پنهنجو ڪنڌ رکي بہ ٽي لڙڪ هاري ، ڪي گهڙيون سڪون پائي سگهي..... ڀين جي شاديءَ ۾ وڃي ، ڀين جي حقيقي خوشين ۾ پنهنجي مصنوعي خوشين جو رنگ ڀري ، دل پرچي ايندي هئس. ڪيئي دفعا ، اشارن اشارن ۾ ماڻس کي چيو بہ هئائين ، پر اها هينئر ئي هن مان ڪيئن ٿي آسرو پلي سگهي . جڏهن "گلي" بہ ڳائڻ شروع ڪيو هو ، تڏهن هوءَ پاڻهي جهڪي ٿيڻ لڳي ، پر ماڻس محسوس ڪيو هو ، هن جي جهڪي ٿيڻ سان هنن جو اڳهہ بہ جهڪو ٿيڻ لڳو هو . پلا گليءَ ۾ هن جهڙي ڳالهہ ڪٿي.....!؟!

دلشاد ، صفا هاڻي وڃڻ ڪان پڙ ڪڏي بيهندي هئي ، نيٺ ماڻس مجبور ٿي سندس هٿ مينديءَ رتا ڪيا ، جيڪي لاشڪ تہ ڪيس ، پنهنجي ئي جگر جي رت مان ڀڏل نظر آيا ها .

دلشاد ، فيضوءَ کي پائي جڻ آسمان تي اڏڻ لڳي هئي. ڏينهن ڪيئن ٿي گذريا ؟ ڪيس جڻ ڪا ڪل ئي ڪو نہ هئي. شروع ۾ [illegible] بہ ٽي مهينا تہ سير سپاٽن ۾ ئي گذري ويا. آهستي آهستي وقت گذرڻ سان گڏ فيضوءَ جي پيار جي گرمي بہ سرد پوڻ لڳي هئي. ڪيستائين پنهنجي فطرت لڪائي ها ، نيٺ اهي ڏينهن بہ آيا ، جڏهن هو نشي ۾ ڌت ، اڌ رات جو تيز ڪائيندو اچي ڪر ندوهو ڪٽ تي ۽ بئي ڏينهن پراڻي سج جي تتل ڪرڻن جي تپش کان ، اک کان اگهہ ۾ گارين جي زهر ۾ ڀڏل وات کولي اٿندو هو.

جنهن ڏينهن

فيضوءَ هن کي وري ڳائڻ لاءِ مجبور ڪيو هو ، تنهن ڏينهن کيس ائين لڳو هو، جڻ ڪو ڀاري لوهي گهنگهرن جي زنجير سان مٿس وسڪارا ڪندو هجي . هن جي سپنن جو محل ٽٽي پيو هو . گهنگهرن جي "ڇنن ڇنن ڇن ڇن" ذهن جي ڪرچيون ڪرچيون ايوانن ۾ گونجڻ لڳي هئس ۽ هن اها سڄي جا سڄي گونج ، پنهنجي وجود ۾ سمائي ڇڏي هئي ، جنهن جو هلڪو آلاپ بہ نہ ٿي چاهيائين تہ سندس ڌيءَ جي ڪنن ۾ پوي . هن تہ سدائين سپني ۾ ڌيءَ جي هٿ ۾ ڪتابن جو ٿيلهو ڪٽي اسڪول ويندي ڏٺو هو ۽ هن پنهنجي ان هڪ سپني کي بچائڻ لاءِ ان جي ساپيا ماٺڻ لاءِ ، ٻيا سڀ سپنا چور چور ڪري ، هڪ دفعو وري گهنگهرن کي پيرن جي زينت بڻايو هئائين.

هوءَ هر پرائي گهر ۾ پنهنجو پکهر وڪڻي فيضوءَ جي پيٽ ڀرڻ لاءِ مجبور ٿي پئي . فيضوءَ جو انود جي گڏ جهڙو پيٽ تہ نہ ڀريو پر هو هن جي پکهر جي موٽ ۾ مليل چند ڪاغذ جي ٽڪرن کي بہ هڪ تيليءَ جو نشانو بنائي ڦتيل ڦڦڙن جو

ڪاچ ٻٽائي ڇڏيندو هو ، تڏهن دلشاد کي ڏيئُ پڌ مڙن پيرن ۾ ٻڌل پاريءَ گهنگهرن جو آواز ڪائي وهندو هوءِ پيٺهن ڏيءُ کي اوچي مقام تي پهچائڻ جو خواب اکين ۾ سمائي،هميشه هميشه لاءِ فيضوءَ جي گهر کي پنهنجي ڏئي اچي ماءُ جو گهر وسايو هو .

دلشاد ڇا موٽي هئي ، هڪ دفعو وري محفلن جي رونق موٽي آئي هئي ، پر دلشاد جي من جي رونق تي تہ مڻ مٽيءَ جا ڇمبي ويا هئا ، هاڻي هن جي دل گهنگهرن ٻڌڻ تي نہ چوندي هئي ، هوءَ چوندي هئي تہ ڪو چوي تہ ، "مارئي ڳاءِ، "پنهور" ٻڌاءِ ۽ جڏهن ڪا اهڙي محفل ملندي هئس تہ هن جا ڇيهہ ڇڄي پوندا هئا . گهٽيل ڳلي ۾ بہ اهڙو سوز اچي ويندو هئس جو ڏڪويل دلين ۾ ڳُڏ ٿيل پاڻي ، اکين جا بند اورانگهي ايندو هو ، جڏهن هوءَ ڳائڻ شروع ڪندي هئي :

" الا! اوٺي آٺيئين ، جي نيا پانين،
آئون انين جي آهيان ، توڻي مون نہ مڃين ،
مس منهنجي هٿ ۾ ڪاغذ ڪي آٺين ،
لڙڪ نہ لکڻ ڏين، ڪريو پون قلم تي !"

تڏهن ظاهري ڀڪندڙ ڇهرا پنهنجي اصليت ڏيکارڻ تي مجبور ٿي پوندا هئا .

گلا ڪام ڪري ، لکيو تاڙ نہ ٽري
ٻڙي! جيڏيون! منهنجي ووا شهر پنهور ۾ ،
جو سينگار سرتين ، سومون ناهہ ڳري ،
منهنجي وو ! شهر پنهور ۾
جهڙي تهڙي حال سين ، وڃان پير پري ،
منهنجي ووا شهر پنهور ۾
جنهن وڻ هيٺان هليا ، سڄڻ سانگ ڪري .
منهنجي ووا شهر پنهور ۾ ........

هن جو درد پريو آواز ، ٻڌندڙن جي ڏڪندڙ رڳ رڳ کي ڇهي ، ان جي رفتار وڌائي ڇڏيندو هو . پرپيٽ جي ٻاهہ ، هر ٻي ٻاهہ تي حاوي ٿي ويندي آ ، پنهنجي ڏکن کي بيتن ۽ گيتن ۾ ڪيڻ ڪان پوءِ بہ موٽ ۾ اجورو ڏک ئي ملندا هئس ، جنهن سان هوءَ پيٽ جي ٻاهہ نہ ٿي وسائي سگهي ، ڏيءُ جو آئيندو نہ ٿي خريدي سگهي ۽ جنهن طاقت سان هوءَ پنهنجي آخري ٻچيل سپني کي رنگ ڏئي ٿي سگهي ، اها طاقت اڃان بہ هزارين ميل ڪيس پاڻ کان پري نظر ايندي هئي.

"شدي !"

"هون !"

" خبر ٿئي ، هو بيگيءَ واريون هاڻي مڙدن ۾ ٿيون ڳائين !" گلي ، جيڪا راتوڪي وهاڻہ جي اوجاڳي ڪري ، اکين پٽي هئي ، ڇڻ گهري ننڊ ۾ ستي پئي هجي ، اوچتو ياد اچڻ تي ، پاسو ورائيندي چيائينس .

" مان بہ چوان ، حق تي هائي اسان پارين تي اک نہ ٿي پڌين! " دلشاد حيران ٿيندي چيو .
" لٿي بہ تہ اٿن ، هڪ رات جو هزار ٿيون ڪمائين ۽ اسان ..... بہ ٿي سو بہ مشڪل سان ، تنهن ۾ بہ پتيون تہ ڳڻ ....!"
" توهان ڪي ڇاهي؟ توهان تہ سر ملائيندي بہ پيون او پاسيون ڏيندئو ، ساهہ تہ منهنجو نڪرندو آ ، جڏهن تڙيءَ سان ڳڏ ٽنگون هٽي هٽي سائي ٿيندي هان. مٿان وري هنن جي ،" ڊسڪو ڊانس ڪرا" " ڌمال هڻ !" پڌايانِ تہ ماڻهن جي نوڪرياڻي آهيان ، پئسن ڪيڻ مهل هٽن ڪي تالو .....ماسيءَ جو بہ پوٽ خراب هو ، ڇڙي وئي آڇا ؟"
" ها " امان ڪي پئي چيائين ،" دلشاد ڪي بہ ٿي روپيا وڌيڪ چو؟ دهل وڄائي وڄائي ، منهنجون بہ آڱريون ٿيون ڦٽجن !"
" دلشاد ..... واهہ امڙ ....! الائي ڇا دل ۾ سوچي اهو نالو رکيو هوندئي ، دل شاد تہ ڪو نہ ٿي ، ورندو بہ هڪ جي بجاءِ ٻن جيئن جو ڪهانگهو اچي وڌو ٿي ماڻءِ ڳچيءَ ۾ !" تڏو ساهہ پريندي ڪليءَ جي ڳالهہ ڪي نظر انداز ڪندي ٿي چوي.
" ائي الله پاڳن وارو ڪندو ، چو دلگير ٿيون آهيو.....!" ماڻس پنهنجي مخصوص ڳاڻڻ واري نوع ۾ چوندي لوڻ مليل گرم پاڻيءَ جو وٽو هٿ ۾ ڪنيون ، اندر گهڙندي چيو .
"پڌايئي ڪليءَ تہ بيڪيءَ واريون ...."
" ها ، پوءِ ؟ ....." چڙندي سندس جملو اڌ مان ڪٽيندي وٽو هٿن ۾ وٺندي چيو.
" پوءِ وري ڇا ، مٿو خراب ٿيو آ رنن جو ، هلين بہ تہ اهڙي ئي پئي ٿي نہ ..... ٿورو ڪي گهٽو ، پنهنجي عزت جو پلو ، ڪير رکندن رهائيندن ڇهڙين سان ، اسان وانگي تہ ڪونهن جو خاندان جي لڄ جو لحاظ رکن ." ماڻس روانيءَ سان چوندي وئي .
"خاندان ....لڄ .....! پُلي آن امان هيءَ تہ اهو ڪر ٿيو تہ توبي ڪري عزت بچي! اسان جهڙين جا نڪو خاندان هوندا آهن ، نڪو عزتون ، اهو خيال تون بہ دل مان لاهي ڇڏ! پک تا مرون تہ هٽون تا دهل تي ڏونڪو . آهي ڪو ان مهل پڇڻ وارو تہ بکيون آهيون ، ڪي ڏکيون ، ڪو اسان ڪان تہ اچي پڇي تہ محرم جو سڄو سارو مهينو ڪيئن گذرندو آ؟ ٻئو ماتم ڪندي ، پيٽ تي بہ هٿ تہ سيني تي بہ هٿ !" ماءُ جي ڳالهہ تي مچرجي پئي هئي .
" ها محرمَ تي ياد آيو ، ڪالهہ محرم منشي وري ساڳيو نياپو آندو هو ، رئيس غلام عليءَ جو ....!"
ٻئي ٻنان ڳالهائڻ جي نوعيت سمجهندي ، سواليہ نظرن

" جيئن چئين ! زور ڏاڍو پريو اٿائين!" ماٹس
سان ٿيون ماءُ ڏانهن گهورين .
لالچ جا آثار لڪائڻ جي ناڪام ڪوشش ڪندي ، معنيٰ خيز نظرن سان پنهين ڏانهن ڏسندي چيو .
" هو جڏهن مڙدن ۾ وجي ٿيون ڳائين ، ٺينگ ڏئي نمائش ڪرائين ، انهن جو چا بگڙيو آ جو اسان جو ..... دنيا تماشائي آ ، امان ! ڳوڙهن اگهڻ مهل ڪو واندو ڪونهي ، ٺهڪن مهل سڀ رڙهي ويجها ٿي ويندا . "
" پوءِ جيئن تنهنجي راءِ ....؟"
تنهين هڪبٹي ڏي معنيٰ خيز نظرن سان ڏٺو ۽ پوءِ چڻ نظرن ئی نظرن ۾ فيصلو ٿي ويو .

رات جو جڏهن ننيڙيءَ اٿي ماءُ کي سڏيو ، تڏهن ڳليءَ ۾ ٽي ٽڪا هٹي ، اهو چئي سمهاريُ ڇڏيس تہ :" بس ڪري سمهي پئہ ، سهرن تي وئي آ ، اجهو آئي ! "
ننيڙيءَ جي آواز تي ماٹس جي اک کلي پئي ، جيڪا سڌو ، هن جي اوسيئڙي ۾ اڌ کليل دروازي ڏانهن کڃي وئي . سامهون ڪليءَ ۾ ٽنگيل ڇير جا گهنگهرو، ڪيس هڪ هڪ ٿي ڇم ڇم ڪندا ، پٽ تي ڪرندا محسوس ٿيڻ لڳا .



# سيٺي بابو پري وڃائج

ڪمونءَ جي گهر ۾ پير رکندي ئي ، هن جي ڳاڙهن گلاب ڳلن ۾ الاٽي ڪيٿن سرنهن جي پيلن گلن اچي واسو ڪيو هو . سندس منهن ۾ گلاب مان ڦري سرنهن جي گل جيان سسي زردي مائل ٿي ننڍڙو ٿي ويو هو .

پيرن ۾ پاتل چانديءَ جي پازيبن سان جڏهن هوءَ ڇم ڇم ڪري ، هلندي هئي ، تڏهن اها ڇم ڇم ، جتي ڪمونءَ جي دل جو سڪون ڦٽائي ڇڏيندي هئي ،تتي ڪيس پنهنجو پاڻ ، سندس ان ڇتڪمري ٻڪريءَ جيان پاسندو هو ، جنهن جي ڳلي ۾ پيل گهنگهرن جي ڇم ڇم سڄي گهر ۾ پئي وڄندي هئي . ڪيس ٻه ته پڪس ، ان ٻڪريءَ جيان ، ٻنان ڪجهه پيڇڻ جي چند ڏوڪڙن جي عيوض ڪمونءَ جي حوالي ڪيو هو . تڏهن هن ست ڏئي خار مان پازيب لاهي ڦٽا ڪيا هئا .

سندس من ۾ لڪل اڏوهي ڪيس ڏينهون ڏينهن ڪائي ، ڳاري ڇڏيو هو . هر ڪو ڏسڻ وارو سندس پهرئين ڏينهن وارو جوبن ۽ هاڻوڪي لٽل منهن کي ڏسي حيرت ڪائيندو هو .

"اٿي ڇوڪريون ته پرڻي ڪان پوءِ مچي ، مينهون ٿي پونديون آهن . سندن مِٽن مان ڪري رت جا وٽا پر ۽ تون وڃين پئي ڏينهون ڏينهن ڳرندي .....؟"

هن

جي ڳاراڻي جو ڪهڙو سبب هو ... ڪيٿن ٿي ڪنهن کي ٻڌائي سگهي . ڪمونءَ جي گهر کي ڪا پت ڪو نه هئي . ڪو پاري دروازو ڪو نه هو ، صرف لوڙهي سان گهر جي حد مقرر ٿيل هئي ، جنهن جي اندران ٻاهران سڀ ڪجهه پڌرو هو .

هر عورت جي پيرن ۾ هڪ اڻ ڏٺي زنجير هوندي آهي ، جنهن کي هوءَ چاهڻ جي باوجود به لاهي نه سگهندي آ ،اهڙي ئي زنجير سندس پيرن ۾ به پيل هئي جنهن جي جڪڙ ايڏي مظبوط هئي ، جنهن کي چاهڻ جي باوجود به هوءَ لاهي ، لوڙهو عبور نٿي ڪري سگهي .

هاڻي هوءَ ڪمونءَ جي ٻني تي وڃڻ ڪانپوءِ ، ڏانهنس ماني ڪٺي ويندي هئي .موٽ ۾ مال لاءِ گاهه ڪري پري ڪٺي ساڻي اچي پوندي هئي .

هر ڏينهن ساڳي رو۽ ۾ هلندي هلندي ، هوءَ چاڪيءَ جي ڏاند جيان پنهنجي هئڻ جي باوجود سندس پير پاڻهي وڃي ٻنيءَ تي پهچائيندا هئس . هن جي سون جهڙي رنگ کي زنگ لڳڻ لڳو هو ، پر هن نه ڇڏ هاڻي آئينو ڏسڻ ئي ڇڏي ڏنو

هو .

جڏهن ڪيس خبر پئي ته شاديءَ کان پهريون ڪموڻ جو "مٺان" سان واسطو هو ، اهڙو واسطو ، جنهن لاءِ شاديءَ جو بند ضروري ناهي هوندو . هوءَ به " مٺان " ٽن ٻارن جي ماءُ جو هئي ! ڪمون ۽ مٺان بابت ٻڌي ڪيس حيرت نه ٿي هئي. نه ئي خار يا ساڙ جو تاثر محسوس ڪيائين من ۾ . ائين ٿي لڳو ڄڻ هن جو ڪموڻ سان ڪو رشتو ئي نه هجي . ڄڻ اهي ڳالهيون ڪنهن ٻئي مرد لاءِ ٻڌيون هجئين ! ڪموڻ سندس رڪائيءَ کان بيزار ٿي وري مٺان سان ورائي تعلق جوڙڻ شروع ڪيو .

ڪموڻ کي به هن سان ڪو چاهه نه رهيو هو پر پئسن تي ڪنهيل شئي کي وڃائڻ به نه ٿي چاهيائين . هڪ ڏينهن ميلي تان هن ، سندس لاءِ ڳاڙهيون چوڙيون آنديون . هن جي پائڻ تي دل نه پئي چيو . هوءَ به هاڻي ڪيس اهي ٺٺ ٺانگر اجايا پاسندا هئا ، پر جڏهن ڪموڻ زوريءَ پنهنجا واسطا ڏئي سندس ڪرائين ۾ وڌيون هيس ته هوءَ انڪار نه ڪري سگهي ۽ جڏهن ٻئي ڏينهن اهڙيون ساڳيون ئي چوڙيون مٺان جي ٻانهن ۾ ڏٺيون هئائين تڏهن هن بنان احتجاج ڪرڻ جي چپ چاپ ۾ لاهي ڇڏيون هيون پنهنجي ٻانهن مان .

جڏهن به پنهنجي منهن سان ويهندي هئي ، اندر جي اڌمن کي ٺارڻ لاءِ ڪو نه ڪو گيت جهونگاريندي ، من جو بار هلڪو ڪندي هئي. اڄ به هوءَ پنهنجي منهن ماني پچائيندي جهونگارڻ لڳي .

"جيجل جتن جي ، لڳي جيءَ ۾ جهوري"

هن کي خبر ڪو نه پئي هئي ته ڪيڏي مهل ڪمون اچي کٽ تي ويهي ڪيس گهورڻ لڳو هو . جوئر جي ماني اٿلائيندي ، اڌ اڌ ٿي پئي هئس . جيئن ئي سڙي وڃڻ جي ٻوءِ کان تڪڙ ۾ اٿلائڻ جي ڪيائين ، هڪ اڌ هيٺ وڃي ٺانڊن تي ڪريو هئس.

"الائي رن جا خيال ڪٿي هِنِ ... ڪهڙو پٺهين هينئر اوبلو ياد پيو ٿئي ... انڌي رن انڌي .... جي اهڙي لاڏلي هئينءَ مائٽن جي ته هيٺن ٻن ٽڪن تي وڪڻين ڪو نه هان!"

ڪموڻ جي اوچتي رهڙ ۽ طعني تي هن جي روڻ روڻ ڏکي وئي هئي . منهن جي هيڊي رنگ تي ڄڻ وڌيڪ هيڊ هارجي وئي هئس.

اوچتو ئي اوچتو سندس منهن جي رونق ، واپس ورڻ لڳي هئي . سرنهن جا گل ڦولارجڻ لڳا ۽ ڏسندي ڏسندي گلاب جي ڏيک ڏيندي ڏيندي گلاب ٻڄجي پيا . ائين ٿي لڳو بهار ، سرءَ کي زوريءَ ڌڪي هن جي وجود کي پاڻ ۾ ويڙهي ڇڏيو هو . هوءَ پهرن جا پهر ، آئيني ۾ منهن وجهي پئي پاڻ سان ڳالهيون ڪندي هئي . هاڻ ڪموڻ جي چڙهن تي هوءَ ڏڪندي ڪو نه هئي . لاپرواهيءَ

مان پٺي ورائي ائين اڳتي وڌي ويندي هئي ڄڻ هن کجهه ٻڌو ئي ڪونهي.
روز صبح سان معمول مطابق اٿي ، ترڪ تڪڙ ۾ ڪم لاهي ، ماناٽي ۽ ڪي ٻه ٽي گهوماٽيون هٽ ۾ ٿڦ ٿڦ ڪري ٻه وڏا مکڻ جا چاڻا ڪيي ڏڌ جي چوڻري پري ، ماني رکيون ، اوسيٽڙي ۾ وٺي هوندي هئي ۽ جڏهن گاڏيءَ جي سيٽي ڪنن تي پوندي هئس ، پوءِ ڄڻ جتي ٻه هٿ ڪو نه ايندي هئس . ماني ڪٽي ، ايئن هلندي ويندي هئي ، ڄڻ گاڏيءَ جي انجڻ تي پير هجنس .... ۽ منجهند جو ڏينهن تتي جو گاه جي پري مٽي تي ڪٻيون . اهڙي شانت ايندي هئي ، ڄڻ ڪنهن مڻ ٻارن جا مٽي تان لاهي ڇڏيا هجنس . سچ جو تنه ، پره جون تنڙيون هيرون ۽ پکهر ۾ شل جسم ڄڻ ماڪ پنل پاسندو هئس .
هاڻي هيءَ ته هن جو معمول ٻڌجي چڪو هو ، هوڏانهن گاڏي سيٽي هڻندي هئي . هيڏانهن سندس پيرن جي انجڻ ٻهه ٻهه ڪندي دز جا دونهان ڪيندي چالو ٿي ويندي هئي .
"حيدر !"
" هون !"
"تون روز روز نه ايندو ڪر !"
"ڇو ؟"
" تو کي روز ٽيشڻ تي ڏسي ، ڪنهن کي شڪ نه پوي!"
"ٽيشڻ ته مسافرن جي ملڪيت هوندي آ ، ڪير شڪ ڇو ڪندو ."
" پر ٻه ، روز روز ساڳي ماڻهوءَ کي ، ساڳي ٽيم تي ، ساڳي هنڌ ڏسي ...."
" ساڳو ٽيم ڪٿي هوندو آ ڇري ، اڄ ٻه ڏس ريل ڪيڏي دير سان آئي آ ، ٻيو ته هن ڦتل ٽيشڻ تي ڪير هوندو ڪٿي آ ، جو مون کي ڏسي !" حيدر سندس اڌ مان جملو ڪٽي هٽ هٽ ۾ ولندي چيو .
" پوءِ ٻه ......"
" بيزار ٿي آهين مون مان .....؟" گوڏي تي مٿو رکندي کيس پاپوه مان گهوريندي ماٺو ٿو ڪريس .
"تو مان تنگ ٿيندم .... مون کان پڇ منهنجي رات ڪيئن گذرندي آ ؟ پر ٻجهان ٿي ڪٿي ڪو تو کي ......" سندس وارن ۾ هٿ ڦيريندي ، ڪمندر پريان ٽيندڙ سر سر " تي چپ رکجي ٿا وڃنس.
"ڇري پيار جا پيچرا پل صراط کان گهٽ ڪو نه هوندا آهن . ڀج پل صراط تي پهچي ، پوئتي موٽڻ کان بهتر آ ، اڳتي قدم وڌائجي ، جو منزل ته آڏو ئي هوندي آ نه ؟"
" منزل .... ڪهڙي آ اسان جي منزل ؟ اڳ ۽ هينئر ۾ ڪيڏو فرق اچي ويو آ حيدر !"
" چڱو جي تون چئين ٿي ته هاڻ مان نه ايندم !" هوٻُسي گوڏي تان ڪنڌ هٽ لاهي ٿو ڇڏي .
" مون سان تو رسين ...رسي سگهندين ؟ " سندس گوڏي تان لاهي ڇڏيل ڪنڌ

کي وراڻي گوڏي تي رکندي ، آليـن اکين ۾ ملائي تـي پڇيـس.هـو مرکـي تـو ڏنـي .
"هاڻ وچان ؟"
" ڪجهہ تہ ويهہ ۔ !"
" هو ڪمون ...."
" سچو ڏينهن رات تہ هوندي آهين ڪمونءِ سان . ہ پل بہ هن مسافر کي نہ ٿي

بخشي سگهين ؟"
" منهنجو نہ وس پڄي تہ ...." چئي چپ ٿي وئي هئي .
اڄ گاڏيءَ جي سيني گاڏن ۾ واجهائي واجهائي ساٿي ٿي هئي ڀر ڪنهن بہ گاڏي مان هو ڪو نہ لٿو هو . گاڏي ڏڏڪا ڏيندي هلي وئي .ڪيس لڳو ، گاڏي پٽڙيءَ تان نہ ، سندس سرير تان گذري وئي هجي .
" بس مان تو سان ڪو نہ ڳالهائيندم . ايڏو ستـائيو آ... تـو کي خبر آ ڪالهہ سچو ڏينهن مان ڪيئن گذاريو آ ، رات جو بہ اک لڳڻ جو نانءُ ئي نہ وٺي ، الائي کهڙا کهڙا وسوسا پئي آيا من ۾ نہ ....!"
" تہ سوير ئي هليو ويو مٺي !"
" تو کي ٿئي ڪجهہ ڪو نہ ٿو ، مان اڳئي اڌ مئل ، مٿان اهي ڳالهيـون ...."
هوءِ سڏڪي ٿي پوي .
" اڙي چري ! ....رس تہ نہ نين ... تو کي چڏي پلا مان وڃي ٿو سگهان ڪٿي .
مان تہ موت سان بہ ويڙهہ وڙهي بہ پڄي ايندس توڏانهن ، تيو ڏينهن تو پاڻ تہ چيو هو تہ روز روز نہ ايندو ڪر ... مون ڪان نہ ٿي پڇين تہ مان ڪيئن ڏينهن گذاريو هوندو!"
"بس بس ڪجهہ بہ وڃي ٿئي ...."
"روز اچان ....؟" شرارتي انداز ۾
"ها !" مٿون سچائيندي ، فيصلہ ڪن انداز ۾ .
" ۽ ڪمون ....؟"
" انهي کي بہ وٺي ايندم تہ اسان جي پاهران ويهي چوڪيداري ڪري . جي مان تڪيس تہ اهو ويهي تو سان منيون منيون ڳالهيون ڪندو !" چڙ ندي ٽوڪيس ٿي !
" ڏاڍي چيڙاڪ ٿي پئي آهين !"
" ها ، جي ائين نہ ڪالهہ وانگر بہ تـي گهوبيـون بيـون هنيئـي تـہ پـوءِ ڏسجـان منهنجي اها چڙ !"
" معافي سائين !" ٻئي هٿ جوڙي ، اٿي تو ويهي ۽ ٻئي کلي ٿا پون .
" چو چڏي آئينءَ اتي اڪيلو مون کي .... دل ٿي چوي ، هتـي تيشـڻ تـي ئـي جهوريو اِڏي ويهي رهان !" گنبير ٿيندي ، نماڻائيءَ مان ٿو چويس .

هوءَ ٻنهين هٿن ۾ سندس هڪ ڏينهن جي وچوڙي ۾ پيلي ٿي ويل مک کي جهلي ، پاپوهه مان ٿي گهوري ۽ هو سندس هٿن جي پيالي ۾ منهن لڪائي سڏڪي ٿو پوي .
راتوڪي لڳل مينديءَ وارن هٿن کي تيل سان مهٽي مهٽي ، جڏهن پاڻيءَ سان ڌوتو هٿائين تڏهن مينديءَ جا ڳاڙها چٽ ، سندس سفيد کير جهڙين ترين تي ، سندس پيار جي رنگن جيان نروار ٿي پيا هئا . سرمي جون ٻه ٻه سرايون پائي ، نئين ڳاڙهي شيشن تي پريل گج تي ، مٿي تي انڊلٺ رنگن جو ڪنهنبو پائي ، آخري پيرو ننيڙي آئيني ۾ پنهنجو مک ڏسي شرمائجي وئي هئي .
اڄ ڪاڏيءَ جي سيٽي سوير ئي ٻڌي هئائين ، من ۾ ڪتڪتايون ته سيٽي ٻڌندي ئي محسوس ڪيون هئائين پر سياڻي عيد جي ڪري اڄ ئي تياري ڪئي هئائين جو سندس عيدون ته حيدر جي دم سان هيون ۽ سياڻي ڪو گهران نڪري سگهي ها ! دل ۾ ڪلي ٻه ٿي ته اڄ پلي پاڻ ٻه ترپي ، ڪري ڪجهه انتظار ته خبر پئيس ..!
رئي جي ڪنڊ ڏندن ۾ چباڙيندي ، نئين جتيءَ جا چيڪاٽ ڪيرائيندي

جيئن ئي ، لوڙهو اورانگهيو هئائين ، پريان ايندڙ ڪمونءَ کي ڏسي دل دهلجي وئي هئس. هو ڪلهي تي کهاڙي کنيون واپس گهر پئي آيو .
"تون ......؟ هن کان گهوماٽيون کائيندي اهو لفظ نڪري ويو.
" چو ڳالهه ڪا نه وڻيئي ...؟" ڳاڙهين اکين سان حقارت مان نهاريندي طنز مان ٿو چويس .
" ..............
"هي هار سينگار ڪيون ، ڪهڙي مڙسنهن کي ڏيکارڻ تي وڃين ؟"
" چو ، تون مڙس ناهين ڇا .....!" معاملي کي سنڀالڻ جي ڪوشش ٿي ڪري .
" پاڻ کان پڇ ....؟"
" پر تون هينئر ئي .........!" ڳالهه ٽاٽائيندي
"ڇا ڪائي ڪونهي ، هاڻ هل گهر ."
"پر ..... تون ماني کٽي هلي گهر کاءُ ، مان گاهه ڪري جود ۾ ٿي اچان "
سندس هٿن مان ڏاٽو وٺڻ جي ڪوشش ٿي ڪري .
"تنهنجي وڃڻ جي ضرورت ڪونهي ، نبن پنهنجي گاهه سان ، اسان جوبه ڪنيو ايندو."
هن کي ڪمونءَ جي هٿ ۾ جهليل ڏاٽو پنهنجي هيانءَ کي چيريندي پاسيو هو .
اڄ عيد هئي ، پر هن جي اندر ۾ ڪنهن اڻ ڇاتي ڏک کان ڇڻ ته ماتم لڳو پيو هو . هوءَ سين جو ڪارو ڪٽي اچي چلهه جي پر ۾ ويٺي هئي . ڪاري جي ڪنارن تان سٽين جا ڇڪا لاهيندي نبن ڪمونءَ کي هراسيل آواز ۾ چئي رهيو هو .

”ڪالهہ وڏيري ڏنل جي ڪمند مان هڪ لاش هٿ آيو اٿن . هنن وڃي پوليس کي اطلاع ڏنو پوليس لاش تہ ڪڍائي ورتي پر ماڻهوءَ جي سڃاڻپ ڪا نہ ٿي سگهي . ڪو ٻاهريون پيو ڏسجي . سڄي جسم تي ڪهاڙين جا ڌڪ هئس. پوليس وري شڪ ۾ وڏيري جي ماڻهن کي ٻڌي وئي آ....“

هن جي هٿ ۾ جو ليل سئين جو چڱو ڀري ، ڀور ڀور ٿي ويو . نبن جي پوري ڳالهہ نہ سمجهندي / ٻڌندي بہ ڪيس ائين لڳو هو ڄڻ ڪنهن سندس من تي ڪهاڙيون هڻي ڪيس چينهون چينهون ڪري ڇڏيو هجي . سندس اکين مان ڳوڙهن لڙڪن جي پاڻيءَ سان سئين جو اٽو سندس من جيان ڳرڻ لڳو هو . ڀر ۾ باهہ جو ڀڀڙ ٻريل هو ، پر سندس جسم برف جيان ٿڌو ٿي هڪ پاسي ڍرڪڻ لڳو هو .

هاڻ سندس وار بہ سندس سپنن جيان رنگ ڇڏي ٻي رنگ ٿيڻجي ويا هئا . منهن تي وقت جي ڏوڙ ، پنهنجون ڪيٽي لڪيرون ڇڏي وئي هئس. پر سندس من ۾ پيار جو رنگ تهائين پڪو ٿيندو پئي ويو . هن وٽ تہ رڳو هاڻ اوسيئڙي جي مند هئي . جنهن تي ڪا بہ ٻي مند حاوي نہ ٿي ٿي .

اڄ بہ گاڏيءَ جي سيٽي ٻڌندي ئي ڇرڻ جيان وٺي اسٽيشن ڏانهن ڀڄندي هئي . هر هڪ گاڏي کي اميد ڀريل نظرن سان ڏسي نراس ٿي ڇوڪريءَ ۾ پيل مکڻ جي ٻن چاٽن مان هڪ ڪڍي ، ڪيس حسرت مان گهوري ، ڏور خلائن ۾ اڇلائي ڇڏيندي هئي . هر ڏينهن هن جي اوسيئڙي ۾ راهہ تڪيندي تڪيندي پيرن سان گڏ اکين ۾ بہ ٿوهر ڄمي ويا هئس ، پر هر ڏينهن جڏهن ڪيس نہ پائي نراس ٿي موٽندي هئي تہ وري سڀاڻي جي اچڻ جي اميد تي اکين ۾ وري جوت ٻري پوندي هئس.



# رسي ويل پَلَ

"ڪيڏي عرصي کان پوءِ مليا آهيون ، آس ؟" هن ٻنهي تي هن کان ٿوري مفاصلي تي ويهندي ، سامهون وڻن ڏانهن نهاريندي چيو.

" اسان جي لاشعور ۾ ڪڏهن ڪڏهن ، اينڊڙ لمحن جي ڪڙڪ پنهنجي ويندي ا شايد ، تڏهن اهو ڪجهه اڄ ڇئي ڪري ويهندا آهيون جيڪو ، سچائي اوس ٿيڻو هوندو آ . جيئن تنهنجو مون کي "آسيه" مان "آس" چوڻ " آسيه چڻ سندس جملو پڙو ئي ڪو نه هو ۽ هٿ ۾ جهليل سڪل پيلي پن ۾ گهوريندي طنزيه انداز ۾ چيو .

" آس ئي ته بنجي چڪي آهين تون مون لاءِ . ڪاڻه ٻاڃ ۾ ڪيڏو وقت، مفاصلو وچهي ڇڏيو آ . ياد ئي ڪيڏو عرصو ٿيو آ اسان کي آخري دفعو ملئي؟"
" مون لاءِ زندگي ، هاڻ رڳو ڏينهن رات جو تسلسل آ . ڪئلينڊر جي زبان مان وساري چڪي آهيان . سال ، مهينا ، ڏينهن ، شايد ايمان به ساڳي رڙيهن سان هلندا رهندا هجن ؟" تڏو ساهه کڻندي ، پن کي هوائن ۾ اڇلائيندي تي چوي.
" مان تو کي ڪيئن ٻڌايان ، مان هيڏو عرصو ڪيئن گذاريو آهي ، صديون تي محيط هر پل...... " " اهي پل ، رڳو تو وٽان ئي ئي نه گذري ويا آهن ، پهن جو به گهڻو ڪجهه شامل ٿي ويو آ انهن پلن ۾ ؟" هن جي ڳالهه اڌ ۾ ڪٽيندي تي چوي .

" اڄ ، انهن پلن جو ، انهن لمحن جو احتساب ڪريون ، جيڪي ڪجهه به ڏيڻ بنان گهڻو ڪجهه اسان کان کسيندا رهيا آهن ۽ ان کان اڳ جو ايمان به ايندڙ پل اسان تي حاوي ٿي وڃن ، اڄ پڻي گڏجي پڪ ڪاهي ، ڪين هميشه هميشه لاءِ ياڻ وٽ قيد ڪري ڇڏيون .

" زندگي پٿر يا ٽين جي ٺهيل سليٽ ناهي ، جنهن تي جوڙ ، ڪٽ يا ونڊ ذريعي وقت جو حساب ڪري آنگ مٽائي ڇڏجن . زندگي جي انهن تلخ لمحن جو تعداد ايڏو آ جو ، اسان جي سينن اندر نصب ٿيل سليٽ کان به هيٺ رهيو ٿو وڃي ڪنهن ڪنهن جو حساب ڪٿيون ؟" لهجي ۾ نراسائي .

" پليز آس !"
" مان تو کي ڏاڍو مجبور ڪيو آ نہ فاروق !؟ صرف پنهنجي ئي مجايم ، ڪجهہ بہ تنهنجي پڌ ڪانسواءِ !"
" ائين ناهي چري !" اکين ۾ پيار سمائي،گهرائيءَ مان ٻاهر نڪرندي چرڪندي ٿو چويس .
" تو اهو ڪجهہ ڪري ڏيکاريو ، جنهن جي بدلي ۾ مان ڪيئي دفعا تنهنجي آسيہ ٻنجي جنم وٺان ۽ هر دفعي تنهنجي خواهشن تان ائين پاڻ کي ارپڻ ڪريان جيئن تون ....."
" محبت بدلو نہ چاهيندي آ چري ، مان تہ پاڻ کي ڏوهي ٿو سمجهان ، منهنجي ڪري ئي اهو سڀ ٿيو آ ، مان تہ ڪجهہ بہ نہ وڃايو آ ، پنهنجي ڏرتي ، پنهجن ۾ آهيان ۽ تون .... سرءَ جي پن جيان هيڏو ڏور اڏري آئي آهين "
ڳالهہ اڌ ۾ ڪٽيندي ٿو چوي.
" تنهنجي نظر ۾ پنهنجا رڳو اهي آهن ، جن سان رت جو رشتو هجي ؟"
" نہ پر ، منهنجو مطلب ان پنهنجائپ سان آ ، جنهن کي دل جي گهرائين سان تسليم ڪجي ، تون دنيا جي ڪنهن بہ حصي ۾ وڃ پر توکان تنهنجي جنم ڀومي ڪڏهن بہ نہ وسرندي ، جنهن ڌرتيءَ تي ، جنهن ماحول ۾ انسان ٻالجتيءَ کان وٺي شعور جي سرحدن کي ڇهڻ جي حد تائين پهچندي ، قدم رکيا هجن ، هو ان کي ڪڏهن بہ پرائو ناهي سمجهندو ، ننڍپڻ کان جوانيءَ تائين جو سفر ڪنهن ققنس جيان اڪيلي ناهيون ڪاٽيندا ، پر ان سفر ۾ اسان سان گڏ جيڪي همسفر هوندا آهن ، اهي پنهنجا ئي تہ هوندا آهن ، هيءَ جو تون هيئن پنهنجن کان پري اچي وٺي آهين ، ڇا هتي سڀ فرشتا آهن ؟"
" فرشتا تہ ناهن پر هيءَ ڪيڏو بہ ڏکوئين ، اهڙو ڏک نہ ٿيندو ."
" معنيٰ تہ سمجهين ٿي نہ تہ اجنبي آهن . ڇو تہ ڏک پنهنجن جو ٿيندو آ ، غير جو نہ ."
" ان ۾ ڪو شڪ ناهي."
" پوءِ هن تياڳ جي معنيٰ ڇا سمجهان ؟"
" اڄان مان تو کي معنيٰ سمجهايان .....! هيءَ جيڪو ڏوهہ ڪجهہ ٿي ويو ، ان کان پوءِ بہ تون مون کان ٿو پڇين ؟"
" مان تہ تو کي شروع ۾ ئي چيو هو ، صفيہ ابنارمل آ ، جذباتي آ ، هن جي جذبات ۾ چيل ڳالهين تي اسان کي پنهنجون زندگيون برباد نہ ڪرڻ گهرجن ."
" نہ هوءَ حساس هوندي هئي ، مان هن کي چڱيءَ طرح سڃاڻان ، اگر گهر ۾ ڪنهن جي توري بہ طبيعت خراب هوندي هئي تہ هوءَ راتين جون راتيون جاڳي دعائون گهرندي هئي . اگر ڪو تورو بہ تکو ڳالهائيندو هيس تہ هفتن جا هفتا ماني نہ کائيندي هئي . ڪنهن سان بہ نہ ڳالهائيندي هئي ، سواءِ امان جي ، پنهنجي هر شئي سان چريائپ جي حد تائين پيار هوندو هئس. اگر امان هن جي

پيٽ ۾ ڪڏهن مون کي پيار وڏيڪ ڏيندي هئي ته هوءَ ، ڪنهن نه ڪنهن ڳالهه تي ڪيٽو ڪري رئندي ضرور هئي ، حالانڪ سيني ۾ ننڍي هئڻ ڪري ٻين سيني جي بنسبت ڪيس ئي پيار گهٽو مليو هو . بس هوءَ پنهنجي ڪنهن به شئي ۾ حصيداري نه قبوليندي هئي ، ساڳيو اصول پيار ۾ به هئس ۽ اٿين مان هن جي عادتن کي سمجهندي ، پاڻ ئي پاڻ انهن شين کان پري ٿي ويندي هيس ، جنهن سان ڏسندي هيس ته هن جو چاهه آ ."
" ها ، تڏهن ته تو مون کي به ڪاشئي سمجهي پاڻهي پاڻ کي پري ڪري ڇڏيو !"
" نه فاروق ، اها تنهنجي مونسان محبت جي انتها هئي ، جو تو منهنجو اهو فيصلو ، منهنجي خوشي سمجهي قبول ڪري ورتو ۾ حقيقت اها به هئي ته صفيه جي حقيقت ظاهر ٿيڻ کان پوءِ مان ڪڏهن به تو سان خوش رهي نه سگهان ها ، نه ئي تو کي خوشيون ڏئي سگهان ها ، ان لاءِ سوچيو هيم ، " نه پائي ، پائڻ جو احساس پائي ، وڃائڻ کان هزار دفعا بهتر هوندو آ ."

" ۽ جيڪا هيءَ سزا پئي

ڏين ، ان کي ڪهڙي ڪاتي ۾ لکندين ءَ"
" هيڏي ڪجهه ٿي وڃڻ کان پوءِ به اتي هجان ها ؟"
" مائينڊ نه ڪجان آس ! صفيه تنهن‌جي پيڻ هئي ، پر مان هن ۾ ۽ تو ۾ رات ڏينهن جيڏو فرق ٿو محسوس ڪيان ، توهن لاءِ ڇا نه ڪيو ءِهوءِ....... تون ئي چئه ، مان ڪيئن برداشت ڪريان ها ، هن جي واتان تنهنجي خلاف هڪ شبو به ؟ محض شڪ جي بنياد تي ، هن ڇا ڇا نه چيو هو ، تنهنجي جهلڻ جي ڪري ، الائي ڪيئن مان دل تي ضبط ڪري خاموش ٿي ويو هيم نه ته سوچيو هيم ته چوانس ، اسان ٻئي هڪٻئي جا ڇا هئاسين ، ڇا آهيون ، تون ان جو ڪاٿو به نه ٿي ڪري سگهين . تون ته هرو ڀرو "انٽر" ٿي آهين ، بارش ۾ نڪري ايندڙ اس جيان"
" بس ڪر فاروق پليز ! الائي ڇو مان هن جي خلاف ڪجهه به ٻڌي نه ٿي سگهان !"
"عجيب شئي آهي محبت به !" فاروق ٿڌو ساهه ڀريندي اٿي وڻ جي ٿڙ ۾ وڃي ٿو ويهي .
"هاڻ به ته سڀ ڪجهه ممڪن آ نه آس !" وينتي .
" نه ، ان موضوع تي هڪ لفظ به نه ٿي ٻڌڻ چاهيان !"
" اڳ تو پنهنجي محبت جو واسطو ڏنو هو ، اڄ مانٿو ڏيانءِ......."
" پليز فاروق ، مون کي مجبور نه ڪر ، منهنجي حالتن کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪر ، مان جنهن انسانن جي جهنگل کي ڇڏي ، ڏور هتي اچي سڪون ۽ شانتيءَ جي تلاش ۾ نڪتي آهيان ، ان شئي کان مون کي محروم ڪرڻ جي ڪوشش نه ڪر . هونءَ به مان اها ڪاتي رهي آهيان ، هنن نون ڏهن سالن جي عرصي ، گهڻو ڪجهه ڪسيو آ ته موت ۾ سوغاتون به آنديون آهن ، مون لاءِ هيءَ ڇهري

جون افسرده لڪيرون ، وارن ۾ چانديءَ جون تارون ، چپن تي مسڪراهٽن بدلي سنجيدگي، ڇا هي باقي بچيو مون وٽ جيڪو تو کي ڏئي سگھندس . ڏس منهنجي چهري ۾ غور سان "

" تڏهن به اسان جي دلين ، هڪٻئي کي سچاتو هو ، هيءَ ظاهري صورتون محض منزل تي رسائڻ جو سهارو هونديون آهن . تون ته نون ڏهن سالن جي ڳالهه ٿي ڪرين ، مان پنجاهه سالن کان پوءِ به اچان ها ته ساڳي ڳالهه ڪريان ها . "

" افسانوي ڳالهين کي ڇڏ ، حقيقتن جي تلخين کي ڏس "

" حقيقتن کي اڪثر اسان به تلخ ڪري ڇڏيندا آهيون ، پنهنجي اصولن جي ڪسوٽيءَ تي رکي !"

" پليز! مون کي منهنجي حال تي ڇڏي ڏيو "

" توکي ، تنهنجي حال تي ڇڏي ڏيان ،تون جيڪا دنيا کي تياڳڻ پنهنجو مقصد سمجهي ويٺي آن ، ٺيڪ آهي ، تون منهنجي نه مڃ ، پر هيئن دنيا کان

منهن ورائي ڇڏڻ ......؟!"

" مان سڪون ٿي چاهيان فاروق ،گوتم به ته جيستائين دنيا کي تياڳ نه ڪيو هو ، تيستائين نرواڻ نه پاتو هو ، نرواڻ گهڻو ڪجهه وڃائڻ کانپوءِ ئي ملندو آ "

" گوتم جي اڄ جي دور ۾ پيدا ٿئي ها نه ته پنهنجي جيون جا اصول شايد چينج ڪري ڇڏي ها ، اڄ جو انسان ڏاڍو بي رحم آهي ، سچائيءَ جو مک ڏسڻ لاءِ ڪو تيار ناهي ، هن کي رڳو مٺي تمام مٺي اڏڻ جو ڪريز آ ۽ اهو ايڏو مٺي پهچي به چڪو آهي ، جو خلائن جي دنيا به هن لاءِ سوڙهي ٿيڻ لڳي آهي ."

" انسان کي بهرحال پنهنجي وجود پنهنجي هستيءَ کي مڃائڻ کپي ، جيڪڏهن هڪ انسان ٻئي انسان تي پنهنجو تسلط ڄمائي ٿو وجهي ته اهو ٻيو انسان ڇو نٿو زبان کولي ، پاڻ پتوڙي . صرف پوڄڻ سان ته مسئلا حل ناهن ٿيندا . اسان ۾ اهائي ته خامي رهي آ ، جو ڪيڏو به پوڄيون ڪيڏو به سهون دنيا جي هڪ ڇهڙي کان ٻئي ڇهڙي تائين زنجيرن ۾ ٻڌجي کهليا وڃون ، پوءِ به عارضي آزادي ملڻ تي ان ڏک کي رڳو محسوس ڪري سگهندا آهيون عملي طور انهن پوڄنائن جو بدلو وٺڻ يا ڇوٽڪارو پائڻ جو سوچڻ ئي ڇڻ ڏڪائي وجهندو آ . هن زندگي جو هر پل موت ڏانهن گامزن آ . ان کان پهرين جو موت جا چنبا زندگيءَ کي پنهنجي جڪڙ ۾ وٺي وڃن . ڇو نه ٿا زندگيءَ کي امر بنائڻ جو سوچيون ؟!

هي رشتا ، هي ناتا ڇو ٿا اسانجي پيرن جي زنجير بڻجن ، جڏهن ته چاڻون ٿا ته اهي به ڪن پل جا سهارا آهن ۽ اصل سهارو ، اصل رشتو جيڪو اسان ۾ لڪل آ ، ان کي تلاش ئي نٿا ڪريون ، چاڻون ٿا اسان جون دليون " بيت الله " آهن پوءِ ڇو ٿا روز خدا جي گهر کي مسمار ڪريون ، ان جو قتل ڪريون . اسان ڏينهن رات

لوهي نجوڙين پڻ جي فڪر ۾ آهيون اهو تہ چاهيون ٿا تہ اسانجي دلين جون نجوڙيون خالي ٿي رهيون آهن . ڇو تہ اسين انهن جو سامان تلاش ڪريون . اسان رڳو پاڻ ۾ گم آهيون پنهنجي خواهشن جي ڪن ۾ ٻڏل ، پاڻ مان نڪرون تہ سامهون ڪو نظر اچي ، اسانکي ان ڪنَ مان نڪرڻ جو رستو تلاش ڪرڻو پوندو . پنهنجي مفادن کي ڇڏي ، هڪٻئي جي مفاد لاءِ سوچڻو پوندو .

مان جنهن مقصد لاءِ پاڻ پتوڙيو آ ، پليز مون کي واپسيءَ جون صلاحون نہ ڏي . مان انسانن جي جهنگل مان پري رهي انهن جي ٺي ڏکن کي من ۾ سمائي لفظن جي جهنگل ۾ پناهہ ورتي آهي .

مون کي محبت جو واسطو نہ ڏجانءِ جو مان سمجهان ٿي ، هيءَ شايد محبت جوئي هڪ انداز آ .



# اڌري ويل عڪس

جنهن ڪولڊ ڪارنر تي هميشه هو ايندا رهيا هئا، اڄ اهو سندن پهچڻ کان اڳ ئي بند ٿي چڪو هو.

"هو ڏس ، پريان جيڪو بورڊ پيو چمڪي، اهو نئون آئس ڪريم پارلر ،چند ڏينهن ۾ئي کليو آهي،اوڏانهن ٿا هلون." امتياز بيڪ مرر مان ٽريفڪ جو اندازو ڪندي چيو.

"نه پليز ، اڄ منهنجو موڊ ناهي ، دير به ٿي وئي آهي، بس هاڻ مون کي گهر ڇڏيو."

"نيلو ،ڇا ڳالهه آهي ،تون ۽ آئس ڪريم ڇڏين ، اهڙو حادثو ٿيو ته ناهي ،ڳالهه ڇا آهي؟"

"ڳالهه ڪا به ناهي ،دراصل اڄ مهمان اچڻا هئا ،انهن کي ڊيل به ڪرڻو آهي ، گهر ۾ امان اڪيلي هوندي ،منهنجو وقت تي پهچڻ لازمي آهي."

"پر يار ،تون موڊ ته ٺيڪ ڪر ، جنهن مون کي تشويش ۾ وجهي ڇڏيو آهي ، مهمان ئي اچڻا آهن نه منهن اهڙو ٿاهيو اٿئي جڻ ....."

"تشويش جي ڳالهه ته آهي نه "سندس ڳالهه ڪٽيندي شيشي مان ٻاهر نهاريندي ،سپاٽ لهجي ۾ ٿي چوي.

"ڪهڙي - ؟" مرڪندي پڇيس ٿو.

"ڪهڙي .........؟!!"

"ڏس نه نيلو ،هي محبتن جا اڙانگا پنڌ جي ايڏا ئي سولا هجن ها ته ،اڄ نائين جن نوي فيصد عاشقن کي ناڪاميءَ جو منهن ڏسڻو پيو آهي، نه ڏسڻو پوين ها. ڪي نه ڪي دشواريون ته اينديون ئي آهن نه ،جي انهن کي ائين (ڪاڏيءَ تي ڏسڻ اڳ ساڻ زور ڏيندي ،ڪلاڻ جي ڪوشش ٿو ڪريس.) منهن ڏٺو ته پوءِ مڙيئي خير آهي!"

هوءَ ٿورو مرڪي ، وري چپ چاپ ٻاهر ڏسندي ٿي رهي. رستي تي ٻرندڙ رنگين روشنيون ،لمحن جيان پوئتي ڊوڙنديون ٿيون وڃن ، گاڏي فل اسپيڊ ۾ هلندي ٿي رهي.

"ٻاءِ دي وي ڪير مهمان آهن ؟"

امتياز چپ کي ٽوڙيندي پڇيس ٿو.

"اديءَ لئه شايد هيل رشتو ٿي وڃي !"

"پر جي هيل به تون سامهون وئينءَ ته يقينن هوءَ ويچاري ته رجيڪٽ ڪئي

ويندي. "كلندي چيڙائيس ٿو.
" پر هن کي ڪير چوي ، بلڪل به نٿي مڃي ، ٿورو وڌيڪ چئه ته دماغ ٿوڙ فلسفو .... ڪير ٻڌي. "ٿيلو ساڳئي منجهيل انداز ۾ چيو.

" چاهي ڇا ٿي آخر ؟"
" مان ڪا نمائش لئه رکيل بيجان شئي ناهيان ، جو ڪوئي پسند ڪري ته ٺيڪ نه ته نه ."
" پوءِ پاڻ ئي ڪنهن کي پسند ڪري نه !"
" ڪو سندس معيار جو ڇوڪرو پيدا ئي ناهي ٿيو شايد ڊرتيءَ تي."
" آسمان تي ڳوليونس؟" امتياز ويجهو ٿيندي سرگوشيءَ جي انداز ۾ ڪنندي چيو.
" ڇڏ مذاق ، مان پريشان آهيان ....."
" ته جيئن جلدي شادي ڪري وڃي ته تنهنجو وارو اچي؟" اچ ڪيس چيڙائيندي مزو پيو اچيس.
" جي نه .... اهڙن بڪواس رشتن کان مان ائين ئي چڱي آهيان ، جيڪي رشتا گهٽ ،زنجير وڌيڪ هوندا آهن."
" اوهه ماءِ گاڊ! پوءِ منهنجو ڇا ٿيندو....؟"مٺي کي هٿ ڏئي ، پريشان ٿيڻ جي ايڪٽنگ ٿو ڪري.
" جيڪو شادي ڪرڻ کان پوءِ ٿيندو آهي، ان کان بهرحال سٺو ٿيندئي ."

گهر ۾ داخل ٿيندي ، سڌو ڪچن ڏانهن هلي ٿي وڃي ،پرس ميز تي رکي ،چولي جون ٻانهون مٿي ڪري ، ماءُ سان گڏ رڌ پچاءَ ۾ شروع ٿي وڃي ٿي .
" تون وڃ ،منهن هٿ ڌوءُ ، ٿڪجي پئي هونديءَ ،مان تيسين ڪري ٿي وٺان .سڄو ڏينهن اسڪول ،ليبارٽري ۾ ٿي هڻ هٿان ڪرين ،گهر ۾ به آرام نه -!"
" اتي به آرام ئي ته هوندو آهي امان ."
"خبر آهي ،ڪهڙو آرام هوندو آهي....."ماڻس چانورن کي ڌوئيندي ،پنهنجي منهن چوندي رهي.
سڀ بار اچي توتي پيا آهن ،هوڏانهن هو ڇوڪرو آهي جو خرچ ته خرچ جي ماڳ ،ماڳهين خط جي جواب کان به ويو آهي هليو. غزاله ته غزاله، ڇوڻ جي ڪونهي ،چڱي خاصي نوڪري هليس پئي ،اجائي ڪٽ پٽ ڪري نوڪريءَ تان ئي هٿ ڌوئي آئي ، مون کي ته سمجهه ۾ نٿو اچي ته قرض ڇا مان لهندو ،ججهه جي مسواڙ ، گهر جو خرچ ، اهو سڀ ڪٿان ايندو؟"ماڻس پريشان ٿيندي ،ڇهري جي گهنجن ۾ مزيد اضافو ڪندي ،چوندي رهي.
" امان ، چوي پئي جلدي بحال ٿي ويندي ،سڀ ٺيڪ ٿي ويندو ،تون ايڏي فڪرمند نه ٿيءُ."

"نوڪري ته وڃي ڪڏهن جي تري ۾ پويس ،خدا ڪري رڳو هاڻي رشتي کان انڪار نه ڪري ،نه ته اڄ به وري پراڻن ماڻهن آڏو بيعزتو ٿيڻو پوندو."
" الله تي رک امان ،الله چڱي ڪندو." نيلو ماءُ جي ڪلهن پنيان ٻئي هٿ رکندي ،منهن ويجهو ڪري ، تسلي ڏيڻ جي انداز ۾ چويس ٿي ،ماڻس ٿڌو ساهه ڀري

، چپ چاپ چانورن ۾ چمچو گهمائيندي ٿي رهي.
" تون وڃ ، غزاله کي چئه ڪپڙا بدلائي تيار ٿي وڃي ."
هوءَ غزاله جي ڪمري ۾ آئي ته هوءَ ڪمري ۾ ڪا نه هئي ،باٿ روم مان ايندڙ ، شاور جي پاڻيءَ جي آواز تي هن سوچيو ته پاڻيهي خيال ٿيو اٿس ،هوءَ پاڻ به مطمئن ٿي ٽڙ ڪرڻ هلي وئي.
اندر جي گهٽيل ماحول مان نڪري ،ڪن پل ٻاهر ،بالڪونيءَ ۾ وڃي بيٺي ،ٿڌي جسم تي ٿڌي هوا لڳي ،هن جي جسم تي سيٽانڌڙا وجهي ٿي ڇڏيا ،پر پوءِ به عجيب سرور پئي محسوس ٿيس.
ڪال بيل جي آواز تي هن ڊوڙي وڃي دروازو کوليو ،مهمانن کي ڊرائنگ روم ۾ ويهاري ،پاڻ ماءُ کي ٻڌائڻ هلي وئي. ڇٽن ڪمرن جي مختصر فليٽ ۾ پلا ڪو ڪيئن ٿو ڪنهن کان لاعلم رهي سگهي ،ماڻس ڪال بيل جي آواز تي اڳي ئي ان طرف اچي رهي هئي، هوءَ مهمانن جي ڪارائڻ پيارڻ جو انتظام ڪري ، وري غزاله جي ڪمري ۾ وئي.
" اڃا تائين باٿ روم ۾........؟!" هن غزاله کي ڪمري ۾ نه ڏسي ،ٻاهر ايندڙ شاور جي آواز تي ڪنائيندي ،حيران ٿي چپن ۾ چيو. ۽ وڏي اچي در ڪڙڪايائين ،جواب نه ملڻ تي هينڊل گهمايائين ته در کلي پيو، شاور مسلسل وهي رهيو هو ۽ غزاله هن دفعي به پنهنجي من ماني ڏيکاري وئي هئي. مٿو چڪرائڻ لڳس، ڪاوڙ جي شديد لهر سندس من ۾ آئي ،پر مصلحت تحت دٻائي وئي. زهر ٻڏل نظر، بيڊ سائيڊ تي رکيل سندس مرڪندڙ تصوير تي وجهي ،هيٺا قدم کڻندي اچي ڊرائنگ روم ۾ پهتي هئي. ماڻس سندس چهري جي تحرير کي چڱيءَ طرح پڙهي ورتو هو.
اڄ وري سندس ڪنن ۾ ساڳيا لفظ زهر ٻُجهي اوتجڻ لڳا هئا .
" ادي اسان کي ته تنهنجي هيءَ ڌيءُ به ايڏي وڻي آهي جو......... خير اسان جي ڳالهه تي غور ڪجو."
نيلو کي لڳو هو چڻ هوءَ سعين آسمان تان ٻولائيون کائيندي اچي زمين تي ڪري هجي ، اڄ ڪيس غزاله کان شديد نفرت ٿيڻ لڳي هئي، جيڪا نه ماءُ جي ڏک کي سمجهي ٿي سگهي ۽ نه پيءُ جي پريشانين کي. دل ۾ پهه ڪيو هئائين ته اچي ته ست سريون ٿي ٻڌايانس ، وڏي نواب زادي ٿي وئي آهي اسان لئه ، پر ماءُ جي ٽينشن جو سوچي ، ڪمري جي لاڪيٽ بند ڪري غصو پيئڻ جي ڪوشش ڪندي رهي هئي.

ڪجھ دير کان پوءِ ٻاهران ايندڙ آواز ٻڌي ،پاسو ورائي ڪن تي وهاڻو رکي ڇڏيو هئائين ،جوماڻس ۽ غزال ٻر ٽيندڙ ،ڪيئي دفعا ورجايل ساڳئي بحث ٻڌڻ جي منجهنس همت ڪو نہ هئي.

" ستن ۾ ڏهہ منٽ آهن ، ڏهن منٽن ۾ ڪير ايندو،هل تہ هلون ." امتياز واچ ۾

ڏسندي چيو.
" ڊيوٽي از ڊيوٽي سر ! "
" مان بہ تہ اڳ هلڻو آيو آهيان ."
"تنهنجو پنهنجو بزنس آهي مسٽر، تون تيسين گاڏي ۾ هلي ويهہ ،مان اجهو ٿي اچان ."
نيلو فر ايم اي ڪرڻ کان پوءِ ڏاڍا نوڪريءَ لئہ هٿ پير هنيا ، سرڪاري تہ نہ ملي هئس پرائيويٽ ۾ جڳهن تي ڪم ڪندي هئي، صبح جو هڪ اسڪول ۾ ٽيچنگ ۽ شام جو ليبارٽري هلي ويندي هئي، جتي رسيپشنسٽ هئي. امتياز آفيس مان موٽندو هو تہ ليبارٽري رستي ۾ پوندي هيس، نيلو کي پِڪ ڪندو ويندو هو.
زرين، نيلو جي بهترين دوستين مان هڪ هئي، بلڪہ زرين ئي هن جي بهترين دوست هئي ،زرين سٺي فيمليءَ سان تعلق رکندڙ هئي، جڏهن تہ نيلو جو تعلق اهڙي فيمليءَ سان هو جو هوءَ چاهيندي بہ ڪڏهن ڪنهن دوست کي پنهنجي گهر اچڻ جي دعوت ڏئي نہ سگهندي هئي. ان ڪري پاڻ بہ سندن گهر گهٽ ويندي هئي. بس سندن دوستي ڪاليج تائين محدود هئي.
زرين کي هونءَ تہ ڊرائيور ڪاليج ڇڏي ويندو هو، پر ڪڏهن ڪڏهن هوءَ پنهنجي پاءُ سان بہ ڪاليج ايندي هئي.
هڪ ڏينهن بارش جي ڪري ،نيلو کي گهر وڃڻ لئہ سواريءَ جو مسئلو درپيش اچي ويو ،زرين جي گاڏي آئي تہ انهي زبردستيءَ ٻانهن کان ڇڪي پاڻ سان ويهاريس. نيلو کي ڪنهنجو ٿورڙو احسان کڻڻ بہ برو محسوس ٿيندو هو، پرمجبوري هئي. جي ضد ڪري بيهي رهي ها تہ خوامخواهہ مينهن ۾ پسي ماڻهن جي آڏو تماشو بڻجي ها ، ان لئہ مجبورن ويهي رهي ، مينهن انتهائي زور شور سان وسي رهيوهو، حالانڪ صبح ڪاليج ايندي وقت موسم نيڪ ناڪ هئي. ماحول چوڌس ايڏو تہ اونداهو بڻجي ويوهو ،جو منجهند هوندي بہ سج لٿي جو گمانُ ٿي ٿيو. ڪار جا شيشا کليل هئڻ ڪري مينهن جون ،هوا جي زور تي ايندڙ هلڪيون ڦونڊون ،هنن جي چهري کي پسائي رهيون هيون ، نيلو جي وارن جون ڪلپن مان ڇڏائجي آيل ڇڳون هر هر سندس چهري تي لهي ٿي آيون.
هن هڪ بہ دفعا وارن کي ڪلپن ۾ قابوڪرڻ لئہ جيئن ڪند مٿي ڪيو هو،

محسوس ڪيو هئائين تہ گاڏي ڊرائيو ڪندڙ رڳو پيرن جي زور تي ئي گاڏي هلائي رهيو هو. سندس گھريون نظرون ،بيڪ مرر مان گھڙيءَ گھڙيءَ ڏانهس ڏسنديون رهيون هيون. جڏهن هن ڪنڌ مٿي تي ڪيو تہ اهي هتي سامهون روڊ تي مرڪوز ٿي ٿي ويون. نيلو انهن نظرن جو تاءُ ڪئي دفعا گاڏيءَ کان ٻاهر هوندي بہ محسوس ڪيو هو. پر اڄ ....

" زرين پليز شيشو بند ڪر. "نيلو ٿورو ڪنفيوز ٿيندي چيو.
" توبهن - ڏاڍي بدذوق آهين ، هيڏي پياري موسم ۾ بہ لطف اندوز نٿي ٿين ، ادا سامهون ڪولڊ اسپاٽ تي ٻيهجو ٿڌي ٿڌي موسم ۾ ٿڌي ٿڌي آئس ڪريم بہ ٿي وڃي تہ مزو اچي ويندو. "
زرين هڪ ئي وقت نيلو کي چنبيندي ۽ ڀاءُ کي فرمائش ڪندي سوسٽ پريندي چيو.
" نہ پليز زرين ، مون کي دير ٿي ويندي ، امان هونءَ ئي الاهي پريشان هوندي. "
" پريشان تہ منهنجي امان بہ هوندي. اڙي ، اسان جون امائون رڳو اسان لئہ پريشان ئي تہ هونديون آهن. چڻ پتڪڙا ٻار هجون ، وس پڄين تہ اسان جي چيچ وٺي ڳڏ ڳڏ گھمائين. يار ڪجھ تہ عمر ۽موسم جو بہ خيال ڪر. هونءَ بہ تو وٽ ٻاوزن بهانو تہ آهي ئي ، تہ مينهن ۾ سواري نہ پئي ملي وغيره وغيره "
" چگو هاڻي يڪو شروع نہ ٿي وڃ. "هٽ دٻائيندي سامهون وينل جي موجود گيءَ جو اشاري ۾ احساس ڏيارينديءَ آهستي ٿي چويس.
" ميڊم ادا جڏهن گاڏي هلائيندو آهي نہ ، تہ پنيان ڇا پيو ٿئي؟ نہ ڏسي سگھندو آهي نہ ٻڌي ئي سگھندو آهي. اوهہ - ماءِ لونگ برادر!"
(Oh, my loving brother )
زرين سرشار ٿيندي ، اکيون ٻوٽيندي ۽ مٺيون پڪوڙيندي چيو ۽ نيلو سندس خوشفهميءَ تي دل ئي دل ۾ ڪلي چپ ٿي وٺي هئي.
ٽيپ ۾ هلندڙ گيت:
" ٽڙي پوندا تارئين ، جڏهن ڳاڙها گل الالا - تڏهن ملنداسين . "
هنن جي خاموش ٿيندي ئي ،سندن سماعتن جي وسعتن ۾ پنهنجي جڳھ ٺاهڻ لڳو هو.
ان ڏينهن کان پوءِ هن کي سٺو نہ لڳندو هو تہ ڪنهن مجبوريءَ تحت ئي سهي، پر زرين جي گاڏيءَ ۾ چڙهي حالانڪ انيڪ دفعا سواريءَ جو مسئلو بہ ٿي پيو هئس. ڪئي دفعا هن شيشي اندران چمڪندڙ اکين ۾ التجا ۽ بي قراري بہ محسوس ڪئي هئي، پر شايد اهو ئي سبب هو جو هوءَ زرين جي دعوت قبولي نہ سگھندي هئي. •
اکين جو اهو ٽڪراءُ انيڪ دفعا ٿيو هو. تن ڏينهان هوءَ ايم اي جي امتحان جي تياريءَ ۾ مگن هئي، امتحان جي ڏينهن ۾ ڪيس دنيا جهان جو هوش نہ

رهندوهو. ڪتاب ئي ڪتاب ، ڪاليج کان گهر ۽ گهر ۾ بہ سڄو وقت ڪتابن ۾ منهن .

ان ڏينهن سانجهيءَ سمي، ماٺس بورچيخاني ۾ هئي، غزالہ ڪنهن سهيليءَ ڏانهن ويل هئي ، ۽ هوءَ پڙهائيءَ ۾ مگن هئي. فون جي رنگ ٿي پهريون تہ هن ٽنايو تہ هوندو ڪوئي رانگ نمبر ۽ اجايو پڙهائيءَ جو تسلسل ٽٽي دماغ ۾ ڊسٽربنس پيدا ٿي پوندو ان لئہ گهنٽي وڃي وڃي پاڻهي بند ٿي ويندي، پر مسلسل رنگ وڄڻ ڪري ،هن اٿي وڃي بيدليءَ سان رسيور کنيو. پريان ڪو بہ آوازِ نہ آيو، هوءَ من ئي من ۾ فون ڪندڙ کي برو ڀلو چوندي،اڃان ويٺي ئي مَس ٿي تہ وري رنگ ٿي . هن بہ ٽي دفعا هلو هلو ڪئي پر ساڳي ڪار پريان آواز ٺپ بند.
" جي ڳالهائڻ جي همت ناهيوَ تہ خوامخواه فون ڪري ڊسٽرب ڇو ٿا ڪريو سڀ توهان جيان واندا ،وقت ۽ پئسي جا دشمن تہ ناهن." چئي هن فون رکي ڇڏيو.
پڙهائيءَ مان بور ٿي پئي ان ڪري چانهہ ٺاهڻ لاءِ ،ڪتاب سهيڙي اٿي ٿي تہ وري رنگ ٿي، هينئر پهرين فون کي ڪلاڪ کن گذري وڃڻ ڪري ، سندس من مان پهرين ٿيندڙ فون وارو خيال لهي ويوهو.
" هيلو ڪير – ؟"
" ڳالهائڻ جي همت ڪريان ؟"
" ايڊيٽ " چئي رسيور رکي هلي وئي.
چانهہ جو ڪوپ ٺاهي ، وري اچي پڙهائيءَ ۾ شروع ٿي . اڃا ڪتاب کوليائين تہ وري رنگ. هينئر فون جي گهنٽيءَ جو آواز ٻڌي ، تپي باهہ ٿي وئي ، تکڙ ۾ اٿي اچي رسيور کنيائين .
" تنهنجو دماغ خراب ٿي ويو آهي،پڙهڻ ڏيندين يا نہ ؟"
(پڙهائيءَ جو ڀوت سوار هئڻ تحت ، ٻيو ڪجهہ چوڻ بجاءِ پڙهائي جو احساس ڏيارڻ لڳس.)
" نيلو پليز – ڪڏهن تہ ڪتابن جي دنيا مان ٻاهر نڪري بہ ڏسندي ڪر." چئي هو رسيور رکي ويو هو ۽ ڏئي ويوهو نيلو کي حيراني ، تہ هڪ تہ سندس نالو ڪيئن ڄاتائين ۽ ٻيو آواز ائين لڳو هئس ڄڻ ڪٿي ٻيرا ٻڌو هجئين . سوچي سوچي ٿڪجي پئي تہ ڪير ٿي سگهي ٿو . پر سمجهہ ۾ نہ آيس ۽ وارن کي جهٽڪو ڏئي پڙهڻ ويٺي تہ ڪنن ۾ پيل جملو ريپٽ ٿيڻ لڳيس:
" نيلو پليز ڪڏهن تہ ڪتابن جي دنيامان ٻاهر نڪري بہ ڏسندي ڪر."
ڪجهہ دير چپ چاپ ويٺي رهي،چانهہ جو ڪوپ هڪ ساهيءَ ۾ پي،اٿي ئي بيڊ تي ليٽي پئي،جو پڙهائيءَ ۽ فون جي ٽينشن مٿو چڪرائي ڇڏيو هئس.
ڪجهہ ڏينهن لاشعوري طرح ،ڏيان فون ڏانهن ڇڪيل رهيس،پر وري ڪڏهن بہ

اهڙي قسم جي فون نہ ٿي.

ان ڏينهن هنن جي فيئر ويل پارٽي هئي،هن ماءُ کي ٻڌايو هو تہ اڄ ڪجهہ دير سان ايندم .پارٽيءَ ۾ جيئن تہ سڀ دوستيون آخري دفعو ڪٺيون ٿيون هيون،بعد ۾ امتحانن کان پوءِ هر ڪوئي پنهنجين پنهنجين مصروفيات جي ڌيڻ ۾ غائب ٿي ويندو آهي.ورلي ئي ڪٿي ملڻ ٿي ويو تہ ٺيڪ ، نہ تہ مڙئي خير آهي. هونءَ بہ هيئن سڀني جو گڏجي گيدرنگ ڪرڻ جو موقعو تہ وري

ممڪن ئي نہ هو. ان لئہ هنن خوب ڪچهريون ڪيون هيون ، ايندڙ مستقبل جا پروگرام ٺاهيا هئا. ڪن کي امتحان ڏيندي ئي زندگيءَ جي نئين امتحان حال ۾ ويهڻو هو تہ ڪي زندگيءَ جي گاڏي کي ڌڪڻ جو بار پنهنجن ڪلهن تي کڻڻ بابت سوچي رهيون هيون.
ڳالهين ئي ڳالهين ۾ وقت جو احساس ئي نہ رهيو هين ، ٻاهر نڪرندي کين احساس ٿيو تہ سج ڪانئن اڳ وڃي رات جي هنج ۾ پنهنجو منهن لڪايو هو.
اڄ زرين هن کي هڪ دفعو وري زور ڀريو ساڻس گڏ هلڻ لئہ ، هونءَ بہ رات ٿي وڃڻ جي ڪري ڪانويئنس جو پرابلم تہ ضرور ٿئيس ها ، ان لئہ هن بہ ويهڻ ۾ ئي عافيت سمجهي. يا شايد اهو سوچي تہ اڄ آخري دفعو زرين سان ئي سهي.هڪ ٻي دوست بہ ساڻن گڏ ويئي . جيڪا ٿوري ئي دير ۾ سندس گهر اچڻ ڪري لهي وئي هئي.
" اوہ گاڊ ! اڄ "عاميءَ" جي برٿ ڊي هئي ۽ منهن جي ذهن مان ئي لهي ويو هو."
زرين مٿي کي ڌڪ هڻندي ، واچ ۾ ٽائيم ڏسندي پريشان ٿي رڙ ڪندي چيو.
" ۽ هوڏي ٽريجدي اها هوندي جو تو کان سواءِ ڪيڪ بہ نہ ڪٽيو هوندو، بلڪہ عاميءَ سان گڏ ڪيڪ بہ تنهنجي راہ ۾ نيڻ وڇايو ويٺو هوندو."
امتياز کلندي طنز ڪندي چيو.
" مذاق ڇڏيو ، مون کي اديءَ وٽ لاهجو ،پوءِ نيلو کي گهر ڊراپ ڪري، توهان بہ اڍي وٽ اچي وڃجو ، سچ ادي ڏاڍي ناراض ٿي وئي هوندي. عاميءَ جو ٻچو تہ ڍول سجايو ويٺو هوندو ، ڳالهائيندو بہ نہ .... اوہ ... ٿورو سامهون اسٽورتي بيهجو، رشوت لئہ ڪجهہ چاڪليٽ وٺانس ، نہ تہ پرچندو ئي نہ ."
"۽ گفٽ؟"امتياز زرين کي لهندي ياد ڏياريو.
" اهو صبح ايندي وقت اتي ئي ڇڏي آئي هيم ، بس ڪٽي ڏيڻ جي دير آهي."
" زرين مون کي اتي ئي ڇڏيو، مون کي هتان رڪشہ ،ٽيڪسي جلدي ملي ويندي ، مان آرام سان گهر هلي ويندم..."نيلو پاڻ کي انهن تي بوجهہ سمجهندي چيو.
" نہ نہ ، ائين ڪيئن ٿيندو ، مان بہ توسان تنهنجي گهر تائين ضرور هلان ها ، پر .... پليز نيلو دل ۾ نہ ڪجان."

" اڙي ،اڙي دل ۾ ڪرڻ جي ڪهڙي ڳالهه آهي پئي ، سچ مان ٺيڪ ٿي چوان ، مون کي هتي ڇڏي ، توهان آرام سان سيليبريٽ ڪريو."
" تون به هل نه ، ٿوري دير ويهنداسين پوءِ گڏجي ٿا هلون ."
"نه امان جي طبيعت به خراب هئي ، مون کي جلدي وڃڻو آهي ، پليز توهان مون کي هتي لاهيو. "نيلو بي چين ٿيندي منٿ ڪئي.
" جي نه ، گهڻي بڪواس نه ڪر هاڻي ، مان وڃان ٿي ، ادا توکي آرام سان ڊراپ ڪري ايندو، گهڻي کٽ پٽ نه ڪر ، او ڪي !"

هوءِ ڪائنس موڪلائي پيٽس جي بنگلي وٽ لهي وئي هئي، جنهن جون پرندڙ روشنيون ڇڻ ڪيس ويل ڪم ڪرڻ لئه آتيون هجن.
نيلو آگريون مهٽيندي رهي ته ڪهڙيءَ ڪُنيءَ ڪنيو جو زرين جي ڳالهه مجي سائس گڏ آيم ،پر هاڻي ڇاٽي ٿي سگهيو . گاڏي اسٽارٽ ٿي چڪي هئي.
" پڙهائيءَ کان پوءِ ڪهڙو پروگرام آهي؟"
" جي خبر ناهي. "ٿوري دير بعد امتياز جي اوچتي آواز تي ڇرڪي پئي هئي.
" امتحان جي تياري ڪيئن آهي؟"
" جي بس ، سو – سو آهي. "ڪنفيوزن لڪائڻ جي ڪوشش ٿي ڪري.
" زرين ته ڇٽي پئي نيلو ٽاپ ڪندي ، جو ڪتابن کان علاوه بيو ڪيڏانهن ڏسڻ جي فرصت ئي ڪونهيس."
اهو جملو ٻڌي ڇڻ ڪنن ۾ گهنٽيون وڃڻ لڳيون هئس، هن کو جواب نه ڏنو ۽ چپ چاپ ٻاهر ڏسڻ لڳي. ڪار جو اسپيڊو ميٽر ته نه ڏٺو هئائين ، پر چڱيءَ طرح محسوس ٿي ڪيائين ته ٽريفڪ نه هئڻ جي برابر هوندي به، ڪار جي رفتار پهرين جي بنسبت الاهي گهٽ ٿي وئي هئي.
ڪافي دير تائين خاموشي رهي. هن محسوس ڪيو ته بيڪ مرر تي به نظرون مسلسل ڪيس گهوريندي رهيون هيون.
" نيلو !"
"جي !"
" ڇا واقعي تون ايتري اڻ ڄاڻ آهين ، يا ڄاڻي واڻي اوائيڊ پئي ڪرين ؟"لهجي ۾ رڪائي.
" مان سمجهيو ڪو نه !" ٿورو جهجهڪندي ، حيران ٿيندي چيائين .
" توکي مون سان اڪيلي اچڻ خراب لڳو؟"
" جي .... جي نه ته . " لفظن جي ادائگيءَ کان چپ وڏيڪ مُوو ٿي ويا هئس.
" پوءِ، بهتر نه ٿيندو ته هن خاموشي ۾ سڪوت کي ٽوڙجي ؟!"
نيلو ڪجهه به نه چيو هوءِ مسلسل ٻاهر ڏسندي رهي هئي. گهبراهٽ کان گلابي ٿي ويل ڇهري تي اشتهاري بورڊن جون رنگ برنگي لائيٽون پئجي، هن جي ڇهري کي به سندس من جوعڪاس بنائي رهيون هيون. جنهن ۾ ڪو هڪ نه،

پر انيڪ رَنگ هئا. تنل آس ۽ نراس جا رَنگ ،نفرتن ۽ اذيتن جا اونداها رنگ ، مبهم مستقبل جا ڏنڌلا ڏنڌلا رنگ ۽ ........ ۽ من جي ڪنهن لڪل ڪنڊ ۾ ، ڪجھ وقت کان هڪ نئبن ، انوکي ۽ مقدس رنگ جي جهلڪ به ڏسڻ ۾ آئي هئس. ننيڙي بلڪل ننيڙي جهلڪ. جنهن کي سندس من ۾حاوي ٿي ويل اونداهن ، تاريڪ رنگن ڍڪي ٿي ڇڏيو پر هوءَ سيني رنگن جي وچ مان پنهنجي انفرادي رنگ سان ظاهر ٿي ٿي پئي، او.... پريان ، مسجد جي نيل جي چوٽيءَ ۾ پرندڙ ننيڙي هلڪي سائي رنگ جي زيرو والٽ بلب جي روشنيءَ سمان.

ڪيڏي مقدس ۽ سرور بخشيندڙ روشني لڳي هئس. اها ، ٻين سيني رنگن جي اکين کي خيرو ڪندڙ تيز روشنين جي ميڙ وچ ۾ . چڻ آسماني لاٽ هجي.
چؤ ڏس ڪاري وايو منڊل ۾ ، ڪاري ڪاري اپ جي مک تي ٻرندڙ ، هلڪي سائي روشني ، بنهه به ننيڙي پر ڪيڏي گهرائي، ڪيڏي وسعت هئي، ان جي ننيڙي وجود ۾ .
" محبت به ته لاٽ آهي نه، ننيڙي معصوم ۽ مقدس لاٽ. جا ، جنهن وجود تي پئي . ان کي جرڪائي ڇڏي. ننيڙي روشني ، جنهن ۾ اپ جيڏي وسعت پنهان هوندي آهي. "نيلو دل ۾ سوچيو هو.
پنهنجي ٻي محبت زندگيءَ ۾ هن ڪيڏو ان روشنيءَ جي جهلڪ ڏسڻ لئه ،هر چهري ۾ واجهايو هو. هر من ۾ جهاتيون پاتيون هيون .... پيءُ جو خودپرست چهرو ،ماءُ جو دنياوي مسئلن ۾وقت کان اڳ گهنججي ويل ، ڪنهن به احساس کي سمجهڻ کان قاصر چهرو،ڀيڻ جو ظاهري احساسن ۾لڪل بناوٽي چهرو ۽ ڀاءُ جو خودغرض چهرو. سيني چهرن ۾ ڪو به چهرو صاف ۽ شفاف نه هو، جنهن ۾ سواءِ ٻاٽ اونداهي ۽ سٽل جذبن جي، اونداهي رنگ جي ، ڪنهن ٻئي رنگ جي جهلڪ پسي ها . ۽ ائين هن ان رنگ جي جهلڪ پسڻ جي خواهش ئي من مان ڪڍي ڇڏي هئي. ڪانٽس وسري ويو هو ته نفرتن ،اذيتن ۽ وياڪلتائن جي ڪاري رنگ ۾ رڱيل هن دنيا ۾ محبت جو به ڪو احساس باقي بچيل آهي.
" نيلو ، مون کي توسان ڪجھ ڳالهائڻو آهي."
...........
" مان چاهيو هيم ٽيلي فون تي ، توکي سڀ ڪجھ ٻڌائڻ ، پر .... پر چاهيندي به ائين نه ڪري سگهيو هيم ،ڪڏهن نه ڪڏهن سامهون چوڻ جي آس ۾. نيلو ، مان توکي ٻن سالن کان ڏسندو پيو اچان، پر پهرين ئي نظر ۾ مون کي ائين لڳو هو چڻ منهنجي توسان يگن جي سڃاڻپ آهي. مان توکي پهريون دفعو تنهنجي ڪاليج جي گيٽ کان ٻاهر نڪرندي ڏٺو هو. توهان به ٽي ڇوڪريون ڪنهن ڳالهه تي کلي رهيون هيؤ. انهن سيني ۾ تون صرف مرڪي رهي هئينءَ ۽ ٻين ۾ پاڻ کي نه چاهيندي به زوريءَ مڪس اپ ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئينءَ.

تنهنجي اها وننگ سمائيل / Winning Smile منهنجي دل تي ، منهنجي دماغ تي قابض ٿي وئي هئي، مان ڪافي دفعا پنهنجي احساسن جو اظهار ڪرڻ چاهيم ، پر تنهنجي چهري جي سرخ بتيءَ، مون کي اڳتي وڌڻ ئي نه ڏنو. نيلو ، مون کي يقين آهي ۽ سئو فيصد يقين آهي ته تون منهنجي احساسن کان ناواقف ناهين......؟"هو ڳالهه کي سواليه موڙ تي ڇڏي، هن ڏانهن جواب طلب نظرن سان ڏسڻ لڳو هو.

" امتياز صاحب ، ڪاليجن ۽ يونيورسٽيز ۾ پڙهندڙ هزارين ڇوڪرين ۾ ، ڪي اهڙيون به هونديون آهن ، جيڪي شوقيه نه پر ضرورت تحت پڙهنديون آهن. انهن جي ڊگريءَ جي پس منظر ۾ ، انيڪ خواهشون ، انيڪ خواب ۽ مجبورين ۽ ضرورتن جي اڪٽ لسٽ هوندي آهي. جنهن کي ڏسڻ ۽ جنهن کي پڙهڻ کان سواءِ، پيو ڪجهه به چاهيندي به پڙهي نه سگهنديون آهن ۽ اسان جا ڪتاب ، جن مان اسان کي منهن ڪيڻ جي فرصت ناهي هوندي ، ته آهي ئي ته واحد سهارو هوندا آهن ، هن سهارن ،سفارشن ۽ رشوت جي دور ۾ اسان اَن رسورسز (Un Resources) جي خوابن جي تڪميل جو ۽ مان به ......"

" مون کي تنهنجين مجبورين جو اندازو هيو نيلو."

" ان صورت ۾ ، مان انهن کي دوکو نٿي ڏئي سگهيم ، جن سالن کان منهنجي ڊگريءَ جو انتظار ڪيو آهي. عين ٽائيم تي ، مان انهن جي اميدن تي پاڻي نٿي هاري سگهيم."

" نيلو ، محبت اهڙو احساس آهي ، جيڪو پاڻ ئي پاڻ عيان ٿي ويندو آهي. جنهن لئه ڪنهن به يقين جي ضرورت ناهي هوندي، پر مان اڃا سڀ احساس پسڻ کان پوءِ به توکان يقين گهرڻ ٿو چاهيان. پاڻڻ ، نه پاڻڻ ته پري جي ڳالهه آهي، بس مون کي ڇڙو اهو يقين گهرجي ، ته منهنجي من ۾ پيوست ، منهنجي رڳ رڳ ۾ ڊڪندڙ احساس اجايو ناهي.....؟"هو سواليه نظرن سان ڏانهنس ڏسندو رهيو هو.

" پاڻ ئي ته چئو ٿا ته محبت يقين جي محتاج ناهي هوندي، ته پوءِ به ......"

هوءَ جملو مڪمل نه ڪري سگهي هئي.

فٽ بريڪ تي اچانڪ دباءُ پوڻ سان گاڏي جهٽڪو ڏئي بيهي رهي هئي.

امتياز يڪدم ڪار مان ٻاهر نڪري ، هوا ۾ ٻانهون کولي ، ڪئي ڏينهن کان اندر ئي اندر ۾ قاتل ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ کي وڏو ساهه ٻاهر ڪڍي خارج ڪري ڇڏيو هوءِ تڏا ساهه کڻي ، چڻ سموري آڪسيجن پنهنجي منجمند ڦڦڙن ۾ ڀرڻ چاهيندو هجي. دل چاهيو هئس وڏي واڪ زور زور سان چوڏس فضا ۾ وکيري ڇڏي.

She Is Mine

She Is Mine

" نيلو .... نيلو مان توکي ڪيئن ٻڌايان تہ تو اڄ مون کي ڇا ڏنو آهي . دل ٿي چوي هوائن ۾ اڏندو رهان ، اڏندو رهان ."شيشي ۾ اندر منهن وجهي ، هن نيلو جي مرڪندڙ چهري کي ويجهو کان ڏسندي چيو.

" هاڻي ايڏو بہ نہ اڏامو ، جو مان هتي ئي ويٺي رهان ۽ توهان .... هاڻي هلو، الاهي دير ٿي وئي آهي." نيلو سندس نظرن جي تپش کي انتهائي ويجهو محسوس ڪندي چيو هو.

ٻئي اڪثر ملندا رهندا هئا ، نيلو جي من اندر جي ڪنڊ ۾ لڪل ان ننڍڙي مقدس لاٽ هاڻي نسري نروار ٿي، سندس سموري وجود کي روشن ڪري ڇڏيو هو. جنهن جي روشنيءَ ۾ سندس من ۾ ڄمي ويل سڀ ميرا رنگ مٽجي ويا ها ، ڌوپجي ويا هئا .

محبت هن ۾ عجيب قوت پيدا ڪري ڇڏي هئي. هاڻي هن کي دنيا کي فيس ڪرڻ جو ڍنگ اچي ويو هو. هونءَ جو هوءَ هر وقت سهميل سهميل رهندي هئي، هاڻ منجهس اعتماد اچي ويو هو. زندگيءَ جي اصل حسن کي تہ هن هاڻي پرکيو هو ، جنهن جي اثر تحت هوءَ پاڻ بہ حسين ٿي وئي هئي. اڳ اڪين آڏو مونجهارن ۽ پريشانين جو جيڪو ڌنڌ ڇانيل رهندو هئس، هاڻ ان جي جڳهہ ،ٽمڪندڙ روشن روشن تارن وٺي ڇڏي هئي، ڪيس هر شئي ۾ محبت ئي محبت ٿي نظر آئي. پر جيئن تہ محبت جوٻيو نالو قرباني آهي، اٿين هن جي من ۾ اهو جذبو بہ انتهائن کي ڇهڻ لڳو هو، هن محبت کي محبت ئي سمجهيو هو، ان کي حصول جي زنجيرن ۾ قيد ڪرڻ جو ان وقت تائين نہ ٿي سوچي سگهي ،جيستائين گهر جي اقتصادي مسئلن جو نبيرو نٿي ٿيو، پر گهر جا اقتصادي مسئلا بہ ويا ٿي سنڌ جي اقتصادي مسئلن جيان ، جيئن پوءِ تيئن وڌندا ، گهرا ٿيندا. نيلوکي نوڪري ملندي ئي غزالہ نوڪري ڇڏي، اچي گهر ويٺي هئي.

عجيب فطرت جي مالڪ هئي، غزالہ بہ. نہ گهر ۾ ڪنهن سان ٺهندي هئي نہ گهر کان ٻاهر. جيڏو ٻنهين ڀينرن جي شڪل وصورت ۾ فرق هو ، ايڏو ئي سندن طبيعتن ۾ بہ تضاد هو. غزالہ انتهائي هٺيلي ۽ خودسر هئي تہ نيلو حساس ۽ مائيٽي. هر ڪنهن جي دک ۽ پريشانيءَ تي پريشان ٿي ويندي هئي، روئي پوندي هئي.

نثار ،جيڪو غزالہ کان پوءِ هو ، تنهن دبئي وڃڻ بعد پنيان جي خبر بہ نہ لڌي هئي. ان لئہ گهر جون سموريون ذميواريون نيلو تي ئي اچي پيون هيون ۽ هوءَ پنهنجي وت ۽ وس آهر انهن کي منهن ڏيڻ جي ڪوشش ڪندي رهي هئي.

نيلو جي پيءُ ماءُ لوميرج ڪئي هئي. ٻنهين هڪ ٻئي لئہ پنهنجن پنهنجن مائٽن کي ڇڏيو هو، پر جنهن محبت ۾ جسم تہ هڪ ٻئي کان واقف رهن پر روح اڻ ڄاڻ رهجي وڃن ، سا محبت گهڻي دير تائين هلي نا هي سگهندي. هنن

جي محبت بہ روحن جي انتهائن کي ڇهڻ کان پهرين ئي جسمن تائين پهچي فنا ٿي وئي هئي. ٽن ٻارن جي پيدائش بعد ، هو اهڙو گم ٿيو جو ڳوليو نہ لڀندو هو، چند سالن بعد خبر پئي هين تہ هو پنهنجي مائٽن ڏي هليو ويو هو، اتي شادي بہ ڪئي هئائين ،ڪجهہ عرصي بعد اها زال کيس ڇڏي ڀڄي وئي هئي ۽ پاڻ بہ چند مهينن بعد ڪار ايڪسيڊنٽ ۾ مري ويو هو.
مڙس جي بيوفائيءَ ۽ پوءِ موت ،نيلو جي ماءُ کي ازلي بيماري ڏئي ڇڏي هئي،

پر پوءِ بہ جيئن تيئن ڪري ، پرت ٽوپو ڪري ، گهر جو ٿورو گهڻو سامان وڪڻي ،هن ٻارن جي پرورش ڪئي هئي.
غزالہ تہ هوبهو پيءُ تي وئي هئي، پر هن کي نثار ۾ وڏيون اميدون هيون تہ هو سندس سڀ محروميون ڌوئي ڇڏيندو،پر هن تہ مئٽرڪ ئي مس ڪئي هئي جو خراب صحبت ۾ اٿڻ ويهڻ ڪري بلڪل بگڙجي ويو هو. دوستن جي صلاح تي اچي دبئي جو ڀوت سوار ٿيو هئس تہ اتي وڃي ڪمائيندس. ڪو دوست پاڻ سان گڏ کيس بہ دبئي وٺي ويو، جتان هڪ آڌ خط کان سواءِ ڪجهہ بہ نہ موڪلي سگهيو هو.
نيلو فر سپني ۾ ننڍي هئي. انتهائي سادي ۽ سٻاجهي! اٺندي ئي چوڏس محرومين جي وايومنڊل ۾ ساهہ کنيو هئائين ، ان لئہ حساس بہ ڏاڍي هئي. هر ڳالهہ کي سنجيدگيءَ سان وٺندي هئي،ننڍپڻ ۾ بہ سندس سوچ وڏي هئي ، جنهن ڪري هوءِ ٻار تہ لڳندي ئي نہ هئي. نہ ٻارن جيان شرارتون ڪندي هئي، ائين لڳندو هو ڄڻ ، سندس وجود ۾ لڪل ننڍڙو ٻار ڄمندي ئي مري ويو هجي ۽ هوءِ پنڌ ڪرڻ کان اڳ ئي ماحول جو مشاهدو ڪرڻ سکي وئي هئي.
هاڻي جڏهن غزالہ ٽيون دفعو بہ بدتميزيءَ جو مظاهرو ڪيو تہ نيلو سوچيو تہ هونءَ جو وڏي ڀيڻ سمجهي لحاظ ڪندي ٿي اچيس، هاڻي هڪ هڪاڻي ڪرڻ گهرجيس، آخر ڪڏهن سنجيدگيءَ سان سوچڻ لڳندي ؟!!
صبح جو اٿي هوءِ ماءُ کي چانهہ ڏئي ، پاڻ بہ چانهہ جو ڪوپ کڻي اچي سندس پير ۾ ويٺي هئي، سوچيندي بہ رهي هئي ۽ هوريان هوريان چانهہ بہ پي رهي هئي.
” چو اڄ اسڪول نہ ويندينءَ ڇا؟ “ هونءَ جو نيلو اٿندي ئي اهرائيءَ سان تيار ٿيندي آهي، ڊڪندي ڊڪندي چانهہ جا ڍڪ ڀريندي آهي، سو اڄ ماڻس کيس ايڏو آرام سان چانهہ پيئندي ڏٺو تہ پڇيائينس.
” ڏسان، سوچيان ٿي اڄ موڪل ڪريان . “چوندي اٿي ، سوچيائين غزالہ جي ڪمري ۾ وڃي کيس جيڪو چوڻو آهي ، چوي، ٻاهر ماءُ جي منهن تي شايد اهو سڀ نہ چئي سگهيس، ڪچن مان چانهہ جو ڪوپ ڀري هوءِ غزالہ جي ڪمري تائين پهتي ئي ڪو نہ تہ ماڻس جي آواز تي قدم رڪجي ويس.
” غزي ڪانهي . “ماڻس تسبيح تي هٿ روڪي ٻريان چيو.
” ڇا مطلب......؟ “ نيلو ڇرڪندي پڇيو.
” الائي ڪهڙي ويڌن آهي انهي ڇوڪريءَ سان بہ. ٻڌائي بہ تہ ڪجهہ نہ ٿي، نہ ئي

ڪنهن جي ٻڌي يا سمجهي ٿي. ڇياٺين ٿي ڪا نوڪري اٿر نظر ۾ اچ انٽرويو آهي، پنڌ ڇڳو پري آهي، اُن لئہ سوير ئي هلي وئي. ڇانهہ پاڻ ناهي ، پي وئي آهي. "نيلو کي لڳو ڄڻ هٿ ۾ جهليل گرم چانهہ جو ڪوپ سندس مٿان هارجي پيو هجي.
"تون ڇوٽي انهن کي مات ڏيڻ چاهين ،جن هميشہ تنهنجي جيت جو سوچيو آهي؟!" من ۾ چوندي ، ڀاري قدم کڻندي اسڪول وڃڻ جي تياري ڪرڻ لڳي.

"واچ ۾ تہ اجا سادا ست بہ ڪو نہ ٿيا اهن ۽ هي تنهنجي ڇهري جي ڪلاڪ جون سيون چو ٻارنهن سان ڇهتي بيهي رهيون آهن؟"
امتياز هن جي خاموشي کي محسوس ڪندي مذاق جي نوع ۾ چيو.
"امتياز مون کي سمجهہ ۾ نہ ٿو اچي تہ ، ماڻهو ٻين کي هرٽ ( Hurt ) ڇو ڪندا آهن ، سو بہ انهن کي جيڪي سندن خيرخواهہ هجن!"
نيلو سوچيندي، دکي ٿيندي چيو.
"۽ مون کي اهو سمجهہ ۾ نٿو اچي تہ ماڻهو هرٽ ڇو ٿيندا آهن ، انهن کان جيڪي سندن خيرخواهہ نہ هوندا آهن." امتياز ٻئي ٻانهون اسٽئرنگ تي رکي ، مٿن پنهنجو ڪنڌ رکي ، هن ڏانهن گهوريندي چيو.
"تون تہ هرڳالهہ کي مذاق ۾ اڏائي ڇڏيندو آهين."موڊ آف ڪندي ٿي چوي.
"اچا ،ڪنهن جي قسمت خراب ٿي آهي، جنهن ملڪہ عاليہ کي هرٽ ڪيو آهي؟"امتياز لهجي کي شاهاڻو انداز ڏئي، اداڪاري ڪندي چيو.
"ماڻهو ايترو بہ پرائوٽ ٿي سگهي ٿو جو ، رشتن جو تقدس ئي وساري ويهي!"
نيلو امتياز جي جملي کي نظر انداز ڪندي ، سامهون نهاريندي، پنهنجي نوع ۾ چوڻ لڳي.
"پلا ادي غزالہ جي رشتي جو ڇا ٿيو؟"
"جيڪو ٿيڻو هو."
"يعني ........؟" معاملي کي سمجهندي.
"جي ..... اهو ئي تہ روئڻ روڻان پئي ."
"تون ايڏي ٽينس ڇو ٿي ٿين ، ڪجهہ پنهنجي باري ۾ بہ سوچيندي ڪر ، ايڏي سنجيدگي، هن عمر ۾ ڪجهہ ٺيڪ نہ ٿي لڳي. ائين نہ ٿئي تہ هن جي روين جو شڪار تون پاڻ ٿي وڃين. هن جي پنهنجي زندگي آهي. نتي ڳالهہ سمجهہ ۾ اچيس، تہ نيٺ پڇتائيندي ،جڏهن چانديءَ جون تارون مٿي ۾ چار ناهڻ شروع ڪندس."
"مان ڪيئن نہ سوچيان امتياز، هوءَ تہ بنهہ بي حس بڻجي وئي آهي. اٺ اٺ ڏينهن ڳالهائيندي ناهي. الاهي دفعا ڪوشش ڪئي اٿر تہ ڪانٽس پڇان تہ آخر سندس پرابلم ڇاهي ۽ نتيجو هميشہ اهو ئي ڪڍيو اٿر تہ انا پرستيءَ جي خول،

هن کي پاڻ ۾ جڪڙي رکيو آهي. ايتري قدر جو امان سان بہ ناهي ڳالهائيندي.
اڪثر وڙهندي ائس ، تہ بابا سان عليحدگي ڇو اختيار ڪيئي ، جي محبت نہ
ڏئي ها تہ هيئن پيسي پيسي جا بہ تہ محتاج نہ هجون ها. الائجي ڪهڙي
محرومي ائس، مون کي تہ ڪجهہ بہ سمجهہ ۾ نٿو اچي. مون کي وڏ ۾ وڏ خيال
امان جو ٿو ٿئي، جنهن جو نہ مٽ رهيو آهي نہ مائٽ، سڄي زندگي ڪو سک نہ
ڏٺائين ، پر جيئندي رهي ، اولاد جي سهاري ۾ اڄ اسان جڏهن ڪجهہ ڪرڻ جهڙا
ٿيا آهيون تہ اسان بہ کائنس خوشيون ڏيڻ بجاءِ چند لمحن جو اطمينان ڪسي
وٺون، اسان بہ ڪيس چند گهڙيون خوشين جون ڏيڻ بجاءِ هر وقت نندينڌا رهون.
هر ماءُ جو خواب اولاد کي خوش ڏسڻ هوندو آهي. تسبيح جي هر مڻئي تي مان
سندس چپن جي جنبش ۾ الائي ڪيتريون دعائون گهرنديون محسوس ڪيون
آهن. مان سندس لڙڪن جو ڪاٿو ڪرڻ کان قاصر آهيان ، جيڪي هر وقت
سندس هٿن رومال ۾ جذب ٿيندا رهيا آهن. مان سندس ڳوڙهن سان تر سجدن
کي ڪڏهن بہ وساري نٿي سگهان ..... "نيلو سڏڪي پئي هئي.
" پليز نيلو ... واٽ از دس يار، ائين تہ سڄو ڪم خراب ٿي ويندو، تون ايڏي
پريشان نہ ٿيءُ ، سڀ ٺيڪ ٿي ويندو."
امتياز خشڪ ٿي ويل ڳلي سان کيس تسلي ڏيندي چيو.

غزالہ کي ڪنهن پرائيويٽ فرم ۾ سيڪريٽري جي جاب ملي وئي هئي، مائٽس
سک جو ساهہ کنيو تہ من پنهنجو ئي بار ڪٽي ، نيلو کي خوشي تہ ٿي پر
ڪنڪو بہ هيس، تہ الائي ٽڪاءُ ڪندي الائجي نہ، ڇو تہ ڪمپرومائيزيشن لفظ
تہ هن جي زندگي ۾ داخل ئي نہ ٿيو هو.
" الائي ڇو ،ڪي ماڻهوزندگيءَ جي ناقابلِ قبول ڳالهين سان نہ چاهيندي بہ
آٽوميٽيڪلي ڪمپرومائيزڊ ٿي ويندا آهن ۽ ڪي ضرورتن بہ، چاهيندي بہ،
ڪنهن سان ڪمپرومائيز ناهن ڪري سگهندا!"نيلو دل ۾ سوچيو هو.
" جاب ڪيئن پئي هلي؟" نيلو ڪوپ ۾ چانهہ وجهندي ، ڊريسنگ جي شيشي
۾ نظر ايندڙ هن جي ميڪ اپ جي تهہ ۾ گر ٿي ويل چهري کي ڳوليندي پڇيو.
"الا .....! نيلو - I cant,explain you چوندا آهن نہ تہ خدا جڏهن ڏيندو
آهي ، ڇپر ڦاڙي ڏيندو آهي. مون سان بہ بلڪل ائين ئي ڪم ٿيو آهي، هاڻي
سمجهہ ۾ آيو تہ هيترا ڏينهن مان جاب ليس ڇو رهيس، ڇو تہ هيڏي بهترين
جاب جو منهنجي منتظر هئي. "غزالہ ڏانهنس منهن ڪري ، سرشار ٿيندي
چيو.۽ نيلو غزالہ کي سڄي زندگيءَ ۾ اڄ پهريون دفعو ايڏو خوش۽ سرشار ڏٺو
هو، ان لئہ من ئي من ۾ پاڻ بہ مطمئن ۽ سرشار ٿي وئي هئي.
" ٿينڪ گاڊ" چوندي نيلو اٿڻ لڳي هئي.
" ڪڏهن هل نہ منهنجي آفيس، ڏس تہ ڪيڏي شاندار آهي، ڪيڏا ٺٺ آهن

اسان جا ايئر ڪنڊيشنڊ روم ، وال ٽو وال ڪارپيٽ ، رِوالونگ چيئر ۽ ......۽......

" بس ، بس ميم صاحب ، هڪ ڏينهن ضرور ڏسبي ." نيلو ڪيس خوش ڏسي خوش ٿيندي ، سندس هٿ کي دٻائيندي چيو هو.

"اڙي ، مان ته چوانءِ ٿي تون به ڪا اهڙي قسم جي شاندار جاب ڳولهه ، چا سچو ڏينهن پئي ٿي ليبارٽريءَ ۾ مٿو کپائين مريضن جا پيلا ، زرد ۽ وساٽل چهرا ڏسي ، تون به مريض بڻجي وئي آهين چوين ته مان ترَاءِ ڪريان ؟" غزاله فخريه انداز ۾ چيو.

" نه نه مهرباني ميڊم ."نيلوکلندي ،ٻاهر ويندي چيو ۽ من ئي من ۾ سوچڻ لڳي ته شڪر آهي ، تو اسان جي چهرن جي پيلاهٽ کي محسوس ته ڪيو.

" نيلو کي يقين ئي نه پئي آيو ته هيءَ اها ساڳي ئي غزاله آهي ، هر وقت چڙيل ، مچريل ،پلجي به نه مرڪندڙ. پر هاڻ هر وقت مرڪندي رهندڙ ، ٺهڪ ڏيندڙ ، هاڻ ته چانهه به پاڻ ٺاهيندي هئي، بلڪ نيلوکي به بيڊ تان پاڻ اٿاري اچي چانهه ڏيندي هئي، ماءُ سان به رويو سٺو ٿي ويو هئس.

" اندر مطمئن هجي ته اسان جو هر عمل ان جو عڪاس بڻجي ويندو آهي. اسان به عجيب آهيون هميشه تصوير جو هڪ رخ ئي ڏسندا آهيون. جنهن ۾ اڪثر نيگيٽو سائيڊ ئي ڏسي سگهندا آهيون. اهو سوچيندا ئي ناهيون ته ان نيگيٽو جي پازيٽو سائيڊ به ٿيندي آهي."

نيلو پاڻ کي گلٽي فيل ڪندي سوچڻ لڳي هئي. ۽ ذهن تي تري آيو هئس ميڊم مقصوده جو ليڪچر:

" اسان جڏهن ڪنهن جي شڪايت ڪندا آهيون تڏهن حالات جو صرف هڪڙو ئي رخ ڏسندا آهيون. اهو نه سوچيندا آهيون ته جنهن سان شڪايت آهي ، جنهن معاملي تي شڪايت آهي ،ٿي سگهي ٿو، ان سان به ڪي مجبوريون لاحق هجن.....

اسان پين ۾ سٺي رويي جي اميد رکندا آهيون ، پر اهو نه سوچيندا آهيون ته ڇا اسان به انهن جي توقعات تي پورا رهيا هونداسين ؟.......

اسان ٻين جي فرضن جي ڳالهه ڪندا آهيون، پر پنهنجو محاسبو ڇو نه ڪري سگهندا آهيون ، ته جي وڏا آهيون ته ننڍن جا ، ننڍا آهيون ته وڏن جا، عقلمند آهيون ته ڪم عقل جا ، عالم آهيون ،ته لاعلم جا فرض نڀائي سگهيا آهيون سڀ ڪان اهم ته ڪڏهن ڪڏهن اسان حقير بندا ، خدا سان به شڪايت ڪري ويهندا آهيون. پنهنجي خواهشن جي پورائيءَ جي اميد ته وڏ ۾ وڏ ڪندا آهيون، پر- جڏهن فرضن جي ڳالهه ايندي آهي ته زندگيءَ جي مصروفيات جو خول پاڻ تي چاڙهي ڇڏيندا آهيون.

پهرين پنهنجي ذمي تي غور ڪجي ، پوءِ ٻين جي غير ذميواريءَ جي شڪايت....

ڪنهن لاءِ بہ، ڪنهن معاملي تي ،ڪا منفي سوچ رکڻ کان ،پهرين ان تي سوچ ويچار ڪري ،مثبت پهلو جاچڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي......
هر انسان خوبين ۽ خامين جو مجموعو آهي، ان لاءِ صرف برائين تي ئي نظر نہ وجهجي پر ان برائيءَ جي پس منظر ۾ لڪل جيڪي اسباب آهن ،انهن تي بہ غور ڪرڻ گهرجي، ڪنهن لاءِ بہ منفي رويو رکڻ جي بجاءِ اسان کي پنهنجو احتساب ڪرڻ گهرجي........
ٻئي ۾ اميد رکڻ کان بهتر آهي تہ ڪوشش ڪجي تہ اسان پاڻ ان جي اميدن جي پورائي ڪريون، جيڪي هو اسان جي ذات ۾ رکندو آهي.....
هميشہ، وڻڻ جو گهٽ سوچجي پر ڏسڻ گهرجي تہ اسان ڪنهن کي ڇا ڏئي سگهيا آهيون؟
يا ، پنهنجي استطاعت مطابق جو ڪجهہ بہ ڏنو اٿئون ، ڇا ان مان اڳلي کي مطمئن ڪري سگهيا آهيون....؟؟؟"
" اوه منهنجا خدا.....! اڻ ڄاڻائيءَ ۾ مان الائجي ڇا ڇا سندس لاءِ من ۾ سوچيندي رهي آهيان ، مون کي معاف ڪر! "نيلو سوچي ، پنهنجو پاڻ کي ننڍڻ لڳي هئي.
غزالہ جي اوچتي تبديليءَ ۽ سندس رويي کي محسوس ڪندي ، نيلو کي لڳو هو ڄڻ وقت رورس ۾ ويو هجي. هوءَ ننڍڙي ٻچڙي ٻڌجي وئي هجي، فراڪ پاتل ننڍڙي ڪا ڳڏي ، ننڍڙي ٽپا ڏيندڙ معصوم ۽ وڻندڙ شرارتون ڪندڙ. دل چاهيو هٿس ڊڪندي رهي ، اڏندي رهي، هيٺ پارڪ ۾ گلن مٿان ڦرندڙ پوپٽن جيان . ۽ ٻڌجي پوي پاڻ بہ پوپٽ رنگ برنگي نازڪ سونهن ۽ سڳند سان پيار ڪندڙ پوپٽ .
هڪ سمي چاهيو هٿائين عجيب شرارتون ڪري ، سيني فليٽس جي ڪال بيلن کي وڄائي ڀڄي وڃي. ماءُ جي هنج ۾ منهن رکي ڪائنس ٻڌندي رهي ڪهاڻيون بادشاهن جون ، پرين ۽ شهزادين جون. وقت گذري وڃي ، يڳ گذري وڃن ، پرهوءَ ماءُ جي هنج مان منهن نہ ڪڍي ، سمهي رهي ، سمهي رهي، ڪنهن شهزاديءَ جيان ۽ڪو بہ ڪيس نہ اٿاري، ڪو بہ سندس آرام ۾ مخل نہ ٿئي.
دل چيو هٿس ، صبح جو سج پلي ڏرتيءَ جي ذري ذري کي پنهنجي سون جهڙن ڪرڻن سان سونهري ڪري جرڪائي ڇڏي، پر هوءَ ڪمبل منهن تائين تاڻي سمهي رهي. ڪنهن جي بہ اٿارڻ سان نہ اٿي. جڏهن ڪو پيار ۽ حجت مان سندس مٿان پيل ڪمبل لاهڻ جي ڪوشش ڪري تہ پاسو ورائي ، ڪروندڙي مروندڙي تي وري سمهي رهي . ادي غزالہ چانهہ جو هڪڙو ٻي ويل ڪوپ ڪٽي ،ٻيو گرم گرم چانهہ جوڪوپ ٿاهي ڪٽي اچيس ، پيار مان اٿاريس، ۽ريجهائيندي ريجهائيندي پياريس. پر هوءَ ماٺا ڪندي رهي ، ٻنهہ نہ اٿي ۽ هوءَ سندس شرارت تي کلي ، ڪيس سمهڻ لاءِ ڇڏي ڏئي ۽ ڪهمائيندي رهيس، سندس سونهري وارن ۾ پنهنجون آڱريون ، هوءَ سمهي رهي ، سندس آڱرين جي
تو کان ٽيندي ڏار

ڇهاءِ جو احساس پهچائي ڇڏي ڪيس هڪ دفعو وري ، سندر سندر سپنن جي ديس ۾، جتي نہ ڏک هجي نہ پيڙا هجي ، نہ لڙڪ هجن نہ ئي ڪا سوچ هجي. ٽهڪ هجن ، مرڪون هجن ، پيار هجي ، پاٻوهہ هجي ، گيت هجن ، گونجار هجي، ۽هوءَ چپن ئي چپن ۾ گونجارڻ لڳي هئي گيت، جنهن جي سُرُ هن جي اکين ۾ آڻي ڇڏي هئي چمڪ، ڏک ۽ خوشيءَ جي ملي جلي چمڪ.

" بند اکين مان ريليس ٿيل ، جاڳيل اکين جا سپنا......!"هن من ۾ چيو هو. پر سپنا تہ سپنا ئي هوندا آهن. وقت جي هر وک دنيا جي ترقي يافتہ قومن جيان اڳتي ئي وڌندي رهندي آهي. وقت ، ڪوينتي پيل اقتصادي بحران جو شڪار ، صنعتي بحران جو شڪار ، تعليمي ۽ معاشرتي بحران جو شڪار يا ڪا پوئتي پيل قوم تہ ناهي. جنهن جي پيرن ۾ بک بدحالي ۽ بي انصافيءَ جون زنجيرون پيل هجن، جيڪي ڪيس اڳتي وڌڻ کان روڪي ڇڏين. جيئن وقت جواڳتي وڌڻ اٽل آهي، تيئن سپني جو سپنو رهڻ بہ اٽل آهي. سپنو تہ حقيت جي مڪ ڪي ڇڙو شيشي جي صاف شفاف ۽ سنهڙي نازڪ ديوار پريان ئي ڏسي سگهندو آهي، جنهن تائين اگر هو پهچڻ بہ چاهي تہ ڪيس پنهنجو مٿو ، شيشي جي ان ديوار سان ٽڪرائي پاڻ کي پاش پاش ڪري ، سندس ڪرچين کي پنهنجي وجود کي رڳ رڳ ۾ پري پوءِ اڳتي وڌڻو پوندو آهي.
نيلو سپني جي مبهم دنيا کي پٺي ڏئي ، حقيقتن جي واضع ۽ چٽي دنيا ۾ موٽي آئي هئي، جتي هوءَ پوپٽن پٺيان ڊڪندڙ ننيڙي ۽ پتڪڙي ڪا گڏي نہ، پر وقت کان اڳ ۾ سنجيده ٿي ويل ، زندگيءَ جا وزني پٿر ڊوئيندڙ حقيقت پسند نيلو هئي. جنهن کي پورو پورو احساس هو تہ ماٺهو جڏهن پنهنجو توازن وڃائي ويهندو آهي تہ پوءِ اهو ڪٿان جو بہ ناهي رهندو.هن پنهنجي من ۾ اهو فيصلو ڪري ڇڏيو هو تہ هن وقت سپنا هجن يا حقيقت ڪيترائي سهل يا سندر ڇو نہ هجن ، پر انهن پٺيان لڪل اڳرن نتيجن لئہ مون کي اڳواٽ ئي سوچي ڇڏڻ گهرجي ، تيار ٿي وڃڻ گهرجي.

" نيلو ، ڪجهہ ڏينهن کان تو ۾ ٿوري تبديلي پيو محسوس ڪريان ...خوشگوار تبديلي." امتياز هن جي مرڪندڙ چهري ۾ ڏسندي چيو هو.
"ها امتياز، مان پاڻ پهريون جي بسنبت پاڻ کي الاهي هلڪو هلڪو محسوس ڪرڻ لڳي آهيان ."
"ڇا نثار دبئي مان اچي ويو؟"
" نہ - ان جو.تہ ڪو آسرو ئي ڪونهي. "ٿورو مايوس ٿيندي.
" تہ ڇا ادي غزالہ جو رشتو ٿي ويو ؟ يار ڪجهہ پاڻهي بہ ٻڌائيندي ڪر."
" اهڙي ڪا بہ ڳالهہ نہ ٿي آهي، دراصل ادي غزالہ کي چند ڏينهن اڳ جاب ملي آهي ،جنهن ڪري ان جي رويي ۾ خوشگوار تبديلي اچڻ سبب شايد مون تي بہ

خوشگوار اثر پيو هجي. ٿيلو ڪلندي ڪلندي چيو.
"ٿينڪ گاڊ ، مس ،مس تنهنجي واتان ڪا خوشگوار قسم جي ڳالهه ٻڌي آهي." امتياز خوشگوار ،لفظ تي زور ڏيندي چيو.
چند ڏينهن ڪان نيلو محسوس ڪرڻ لڳي هئي تہ غزالہ پنهنجي مقرره ٽائيم ڪان ڪجهہ وڌيڪ ٿي ليٽ ڪري گهر اچڻ لڳي هئي. نيلو ڪي بہ نوڪريون هيون ، تنهن هوندي بہ هوءَ پنهنجي فڪسڊ/Fixed ٽائيم کان هرپرو ليٽ نہ ڪندي هئي.پر غزالہ ، سندس پهچڻ ڪان پوءِ بہ چڱي دير بعد ايندي هئي.
هڪ ڏينهن جڏهن مائس پڇيو هئس تہ الاهي جواز ٻڌائي،ڪيس خاموش ڪري ڇڏيو هئائين . غزالہ جي معمول ۾ ڦيرو نہ آئي تہ هڪ ڏينهن نيلو جي پڇڻ تي ميڙجي پئي هئي.
" منهنجي ڪا توجيان معمولي نوڪري ناهي،سڀني شئي جون تقاضائون بہ وڏيون هونديون آهن ۽ تون محترمہ .... پاڻ کي ڏسڻ بجاءِ مون تي نظر رکڻ واري ڪير ٿيندي آهين؟!"
تنهن ڏينهن بعد نيلو ڪانئس نوڪري ، يا دير بابت پڇڻ ڇڏي ڏنو هو. ايتري تائين جو هن ڪانئس اهو بہ ڪڏهن پڇڻ مناسب نہ سمجهيو تہ ڇڙو فرم جونالو يا ٽيلي فون نمبر ئي پڇي سگهيس. ڇو تہ ڪيس خبر هئي تہ هوءَ هر ڳالهہ جو هميشہ الٽو جواب ئي ڏيندي آهي.
هاڻ تہ غزالہ راتين جون راتيون گهر ڪان غائب رهڻ لڳي هئي، نيلو ڪي تشويش تہ الاهي ٿيندي هئي پر ڪيس ، پڇڻ جي همت نہ پئي ٿئي، هن ماءُ ڪي چيو تہ سمجهائينس، دير سان ئي اچي، پر گهٽ ۾ گهٽ راتين جون راتيون تہ گهر ڪان غائب نہ رهي. پر ماءُ جي سمجهائڻ جي باوجود بہ هن جي روش ۾ ڪا تبديلي نہ آئي.

" محبت ....... ! ڪيڏي طاقت آهي تو ۾ ، پورا پورا ٿي ويل انسان ۾ جڏهن پنهنجو روح وجهين ٿي تہ هڪ دفعو وري ڪيس جئاري ڇڏين ....وساريئي ڇڏين ڪانئس دنيا جا سڀ غم ۽ سڀ فڪر ، محبت ڪرڻ ڪان پوءِ انسان ڄڻ تہ هوائن ۾ اڏندڙ آزاد ڪو پکي هجي،جو اڏندو رهي، اڏندو رهي، اڀ جي نيراڻ ۾ ، سچ ، سونهن ۽ امن جو پيغامبر سفيد پکي." نيلو باٿ روم ۾ شينڪ مٿان ٽنگيل شيشي آڏو بيهي ، سوچيندي رهي هئي اڄ ڪيس امتياز جي پيار پرين ڳالهين ، ايڏو تہ مسرور ڪري ڇڏيو هو جو ڪيس لڳو هو ڄڻ دنيا جو ڪو بہ غم پلجي سندس من جي تارڪي ٽوڙي ناهي سگهيو ۽ سندس من جي تار هر وقت هر گهڙيءَ زندگيءَ جي مسرتن مان ساز ڇورائي الاپيندي رهي هجي مڌر محبتن جا گيت.
دل چاهيو هئس تہ ائين ئي آئيني آڏو بيٺي رهي جتي ڪو بہ ڪيس ڊسٽرب

ڪرڻ وارو نہ هو. ۽ امتياز جي ڳالهين جو امرت ، سندس ڪنن مان ريليس ٿي من ڏرتيءَ تائين پهچي وڃي ۽ ڏوڙي ڇڏي، اتي باقي بچيل ڪڙاهٽون.
" نيلو ا ماني پئي ٿي ٺري ، يڪو پٺي منهن ڌوئين ،جلدي اچ."
ماڻس جي آواز تي ڇرڪي ، منهن ڌوئي جلدي ٻاهر نڪري آئي.
" نيلو ........پاڻ کي ڪاٿي لڪائي رکيو هيئي؟!!" امتياز ڏانهنس انتهائي پاٻوه مان ڏسندي چيو.
اڄ دراصل نيلو جي اسڪول ۾ فنڪشن هو،ان لئہ هوءَ معمول کان ڪجهہ وڌيڪ تيار ٿي وئي هئي. شاڪنگ پنڪ ڪلر وڳي تي هلڪو سلور ڪم ٿيل هو، هونءَ تہ ڪڏهن بہ اهڙا شوخ رنگ نہ پائيندي هئي ، پر هاڻي سندس زندگيءَ جيان ڪجهہ ڪجهہ طبيعت ۾ بہ شوخي اچڻ لڳي هئي.
وڻن جي ساوڻ جهڪڻن مان ايندي ايندي ، سندس ڪپڙن جو رنگ وڌيڪ نمايان ٿي پيو هو. هوا، سندس ڪلپن ۾ٻند وارن کي زوريءَ آزاد ڪري ، سندس ڪپڙن جي عڪس پونڊڙ ڇهري کي وکيريندي رهي هئي ،امتياز پري کان ئي ڏسي "پاڻ" وڃائبو محسوس ڪيو هو. دل ۾ آيو هئس ڪيس پنهنجي ٻانهن ۾ لڪائي پري ، تمام پري ڪٿي هليو وڃي.
" دس از ٽو مچ نيلو.....! اڃا بہ مون تي رحم نہ ٿو اچئي، مان سياڻي ئي امان کي موڪليندم ." امتياز التجا ڪندي ڪيس پنهنجو فيصلو ٻڌائي ڇڏيو هو.
" پر امتياز ...."
" پر پر ڪجهہ بہ نہ ، هاڻي مان هڪ بہ نہ ٻڌندم ،جڏهن تہ هاڻ ادي غزالہ بہ سروس ۾ آهي ، پوءِ کهڙو پرابلم آهي اڃا؟ تون آنٽيءَ کي چئي ڇڏجان تہ امان سياڻي ......"
" پر ادي غزالہ ....."
" جي هوءَ پاڻ ئي نٿي ڪرڻ چاهي تہ ان جو مطلب اهو تہ ناهي تہ تون بہ ان جي انتظار ۾، سڄي عمر ڪنواري رهندينءَ؟" امتياز ٻيهر سندس ڳالهہ ڪٽيندي پريشان ٿيندي چيو.
" مان تہ امان کي اڃا تائين تنهنجي باري ۾ ڪجهہ ٻڌايو ئي ناهي."
" تہ ڇا ٿيو هاڻ ٻڌائي ڇڏجانءِ."
" آنٽيءَ کي سياڻي نہ ، ان لئہ مان توکي ٽائيم ڏسيندم ، مان امان سان پهرين ڳالهايان ، ان کان پوءِ بس ڇڙو بہ ٿي ڏينهن ." نيلو ڪيس سمجهائيندي چيو.
" ٻن ٽن ڏينهن جو مطلب بہ ٿي ڏينهن ئي هئڻ گهرجن."
" ها بابا ، چيمر نہ ."
۽ اڄ نيلو جي منع ڪرڻ جي باوجود ، هو ڪيس لانگ ڊرائيو تي وٺي ويو هو. هن چاهيو ٿي تہ اڄ نيلو وڌ ۾ وڌ گهڙيون ساڻس گهاري.
گهر ايندي ايندي ڪجهہ ليٽ ٿي ويس، ماءُ جو الڪو هئس تہ الائي ڇا چوندي

پر ڪيس ڪچن ۾ مصروف ڏسي ، پاڻ ڪمري ڏانهن هلي وئي هئي . غزالہ حسب معمول اڃا ڪو نہ آئي هئي. هوءَ رليڪس ٿيڻ لئہ ، بيڊ تي آهلي پئي ۽ سميٽڻ لڳي ، چند گهڙيون اڳ امتياز سان گهاريل لمحن جا موتي.
اوچتي وڄندڙ فون جي رنگ تي هوءَ منهن ڦيري اٿي ٻاهر آئي. پريان غزالہ هئي، جنهن ٻڌايس تہ هوءَ اڄ رات نہ ايندي، پاڻ سندس انتظار نہ ڪن. ماءُ جي سمجهائڻ ڪان پوءِ متس ايترو اثر ٿيو هو جو ، وڃڻ بعد سندن انتظار لاهڻ لئہ

فون تي ٻہ ٽي لفظ ڳالهائي ڇڏيندي هئي. نيلو کي خراب تہ لڳو هو پر ڪجهہ بہ ڪري نٿي سگهي. اڃا ڪائنس پڇڻ لئہ چپ کوليا ئي هئائين تہ هوءَ فون بند ڪري هلي وئي هئي.
" ادي غزالہ فون ڪئي آهي تہ ..... " هوءَ جهجهڪندي ، ڪچن جي در ڪان ئي ماءُ کي ٻڌائڻ لڳي .
" ها ، شڪر آهي ، ايترو بہ خيال تہ ٿيس " (طنزمان )
" مون کي تہ جيئري ئي ماري ڇڏيو آهي اولاد. وس پڄي تہ گاسليٽ هاري ، تيلي ڏئي ، اڄ ئي وڃان هن دنيا ۽ زندگيءَ جي پل پل جي عذابن ڪان . " هن نيلو جي ڳالهہ اڌ ۾ ڪٽيندي ، سمجهندي چيو. نيلو کي لڳو اهو جملو ڄڻ غزالہ لئہ ئي نہ هو .
" تو ڇو ايڏي دير ڪئي ؟ " رئي سان منهن تان پگهر اگهندي ، ٿڌي ٿيڻ جي ناڪام ڪوشش ڪندي پڇيس ٿي .
" ليبارٽريءَ ۾ ئي ڪجهہ دير ٿي وئي، پيو تہ اڄ ٽريفڪ بہ ڪجهہ وڌيڪ هئي نہ ان لئہ .... " پهريون دفعو ماءُ سان ايڏو وڏو ڪوڙ هڻندي ڪيس لڳو هو ڄڻ سندس مغز پنواٽيون ڪائڻ لڳو هو.
" توهان کي ڇا هي ، هتي جيڪي مان اڪيلي اڪيلي پئي ٿي پوڳيان ... ڇا چيو غزالہ؟ " ڇاڪائين بہ ٿي تہ غزالہ ڇا چيو هوندو پر غصي جو زهر پيئندي ، ڳالهہ جو رخ مٽائيندي چوڻ لڳي.
" رات نہ ايندي ..... شايد ڪو ڪم اٿس. " نيلو فرج مان پاڻيءَ جو گلاس ڀريندي چيو.
" ڪم اٿس ..... ( طنز مان ) نہ جمي اهڙو اولاد تہ هڪ سور تہ هجي نہ ، خبر اٿئي ڇا ٿي چوي....؟ "
" ڇا .... ؟ " پاڻيءَ جي ڍڪ کي زوريءَ ڳيت ڏيندي حيران ٿيندي ٿي چوي.
" جنهن فرم ۾ ڪم ٿي ڪري ، ان جي مالڪ سان شادي ڪرڻ ٿي چاهي. "
" ڇا....؟ پر پاڻ ئي تہ ان ڏينهن چوي پئي تہ بابا جيڏو آهي ، مخلص ،شفيق ...
" مخلص ... ( ٺٺوساه ڀريندي )ڏٺو پيو آهي دنيا جو خلوص بہ ، هاڻ تہ هڪ ٽي ٽي بيٺي آهي ، مون کي تہ ڪا ڳالهہ سمجهہ ۾ ڪو نہ ٿي اچي. " ماڻس متي

ڪي هٿ ڏئي ، اسٽول تي ويهي رهي هئي.
ڪال بيل جي آواز تي نيلو ٻاهر نڪري وئي.
" هيٺئين فليٽ جو ڇوڪرو ڪٽي آيو آهي." نيلو مناٿيءَ جو پيڪيٽ ميز تي رکندي، سواليہ نظرن سان ماءُ ڏي ڏسندي چيو.
" ها ڏيءُ جي شادي هين ٽيون ڏينهن ، پاڻ ويچاري دعوت بہ ڏئي وئي ، پر مون ۾ هيٺ لهڻ جي همت ڪونهي ، توهان ٻئي گهر ۾ ڪو نہ هيئو، ڪير وڃين ها ؟"
"ڪنهن جي عظميٰ جي شادي تي آهي؟" نيلو مناٿيءَ جو پيڪيٽ کوليندي چيو.
" پيون نمبر کهڙي عظميٰ آهي ؟ ڇيائين پئي ٻئي نمبر جي شادي آهي ، پهرين تہ پرٿيل ائس. "ماٿس ياد ڪندي چيو." ڪڏهن رات جو ٿي وقت ڪڍي وڃي مبارڪ ڏئي اچجان مان تہ آهيان لاچار نہ تہ شاديءَ ۾ نہ وڃان ها ، چڱو شغل ڪيو هين." ماٿس اٿندي ، ڪيس تاڪيد ڪندي اندر ويئي.

اڄ جمعو هو. غزالہ کي ٽيون ڏينهن بہ گذري ويو هو، پرهوءَ اڃان نہ آئي هئي. ماٿس جو تہ ڇڻ ڪاٺڻ پيٺڻ وهر تي ويوهو. نيلو کي هاڻ تسليءَ جا سيئي لفظ بي وزن محسوس ٿيڻ لڳاهئا، ان لئہ خاموشيءَ سان ڪڏهن ڪال بيل جو تہ ڪڏهن ٽيلي فون جي رنگ جو انتظار پئي ڪيائين .
جمعي جي ڏينهن ئي ڪيس گهرجي صفائيءَ وغيره جو موقعو ملندو هو. ماٿس جي تہ طبيعت خراب هئي رات کان، هينئر بہ ٽيبليٽ وٺيو ، نرڙ کي بام ٿقيو ڪمبل وجهيو ،سمهي پئي هئي.
۽ نيلو صفائيءَ ۾ مگن هئي، پلنگن جون چادرون ، صوفا بيڪ ، ڪشن ڪور، اٺن ڏينهن جا ڪپڙا ، ڌوئي واندي ٿي. سامان سادو ۽پراڻو ئي سهي پر گهر وارن جو ٿورو ئي توجهہ منجهس ساهہ وجهي ڇڏيندو آهي.۽ هر اٺين پندرهين ڏينهن ائين ٿيندوهو. نيلو هڻ هٽان ڪري ، ٻين ٽين بجي مس وڃي واندي ٿيندي هئي.
اڄ بہ جڏهن هوءَ تڙ ڪري ٻاهر آئي تہ ڊرائنگ روم مان ايندڙ آواز ڪيس بيهڻ نہ ڏنو. ٽوال مٿي تان لاهي، ان سان وار اگهندي ، هوءَ دروازي وٽ پهتي تہ ڏٺائين غزالہ دريءَ کي پٺي ڏيو بيٺي هئي. ماٿس هارايل جواريءَ جيان ساٿي ساٿي صوفا تي ويٺي هئي.ڪيس پورو پورو احساس هو تہ گهر ڇڏي ويندڙ ڇوڪرين جو انجام ڇا ٿيندو آهي....هن کي سمجهہ ۾ نٿي آيو تہ آخر کهڙو طريقہ ڪار اختيار ڪري ، جيئن غزالہ جي خردماغ ۾ ڪا عقل جي ڳالهہ پنهنجي جڳهہ ناهي سگهي.
هوءَ پنهنجا مثال ڏئي ڏئي ٿڪجي پئي هئس ، الائي ڪيترا دفعا ماضيءَ ڪارڻ حال تائين پهچندي ، ڏئل عنهن ۽ ايذائن بابت ٻڌايو هئائينس. پر هوءَ جو هر

معمولي ڳالھ تي بہ ضد ڪري بيھندڙ ۽ ھميشہ پنھنجي ڳالھ کي اڳي ڪرائيندڙ ھئي، سا ھينئر ڪيئن ٿي پنھنجي ڳالھ تان لھي سگھي.
۽ نيٺ ماڻس ٽڪجي خاموش ٿي وئي ھئي. پاڻ بہ تہ اھڙي ئي انڌ جو شڪار ٿي ، پنھنجي پيرن تي پاڻ ئي ڪھاڙو ھڻي آئي ھئي نہ. ھوءَ بہ اڻ سڌيءَ طرح سندس نقش قدم تي ھلي رھي ھئي. فرق رڳو ايترو ھو تہ ھن تي محبت جو انڌ سوار ھو۽ غزالہ جي فيصلي ۾ محبت کان وڌيڪ دولت اثر انداز ھئي.

" ادي ، تون تہ الاھي مئچوئرڊ سمجھندي آھين پاڻ کي پوءِ ھيءَ ... ھي سڀ ڇا ھي؟!" نيلو ذري گھٽ روئندي چيو.
" ھا ،مان مئچوئرڊ آھيان ، ان لئہ مان پنھنجي حق ۾ جيڪو بھتر سمجھيو آھي ، اھو ئي ڪيو آھي. توھان منھنجو ساٿ ڏيو ، چاھي نہ ڏيو، مون کي ڪنھن بہ صورت ۾ پنھنجو فيصلو بدلائڻو ناھي. " ھوءَ فيصلہ ڪن انداز ۾ چوندي ، سينڊل کي معمول کان وڌيڪ کڙڪائيندي ، تيزيءَ سان ٻاھر نڪري وئي.
نيلو جي ھٿن ۾ جھليل ، وارن مان ٽمندڙ پاڻيءَ جي ٽيپن سان ،آلو ٿي ويل ٽوال ، ڪائنس ڇڏائجي ھيٺ وڃي پٽ تي پيو ھو. تنھن پل ، ڪيس سامھون صوفا تي شانت ٿي ويل ماءُ جو وجود بہ ، ائين آلو ٿي ھيٺ ڪري پيل ٽوال جيان لڳو ھو. جنھن کي زندگيءَ جي دکن ٽيپو ٽيپو ڪري آلو ڪري ڇڏيو ھو.
جيڪو ھاڻ ڪنھن جي آلاڻ اگھڻ بجاءِ ، جنھن بہ ھٿ ۾ ويو ٿي ، ان کي پھريون ڪان بہ وڌيڪ آلو ڪري ٿي ڇڏيائين .
ھوءَ ھوريان ھوريان ھلندي ، اچي ماءُ جي پير ۾ ويٺي. ائين پيو لڳيس، گھر مان گھڻو ڪجھہ ھليو وڃڻ کان پوءِ ، لفظ بہ سندس من گھر مان جلاوطن ٿي ويا ھئا.
ھن ماءُ جي بخار کان ٻرندڙ ، گوڏن تي رکيل سندس ٽانڊن جھڙن ھٿن تي پنھنجو ڪنڌ رکي ڇڏيو. ماڻس ، جيڪا شانت لڳي پئي ھئي. تنھن ۾ ھن جي ٿڌن ٿڌن آلن وارن ٿوري موومينٽ آندي. نيلو ڪنڌ مٿي ڪري ، ماءُ جي چھري ۾ نھاريو ، جتي ڪيس سواءِ قبرستان جھڙي ويرانيءَ جي ٻيو ڪجھہ بہ ڏسڻ ۾ نہ آيو. سندس خالي خالي اکين ۾ ڄڻ ھڪ ئي سوال رھجي ويو ھجي تہ !
"ھڪ ھار کان پوءِ وري جيت جي اميد تحت انسان پاڻ کي ڪٿي وڃي وٺندو آھي. پر ڪن ماڻھن جي قسمت ۾ ڇڙو ھار ئي ڇو ھوندي آھي؟
جيت جو لفظ پلجي بہ ڏانھن ناھي ايندو، ھارائيندا ئي رھندا آھن ، عمر ڀر. پوءِ بہ جيون جي جوا ۾ پنھنجي سڀي پونجي رکڻ لئہ تيار ھوندا آھن، بغير ڪنھن آس جي ، بغير ڪنھن اميد جي ، ڇا ....صرف ۽ صرف ھارائڻ لئہ....؟!!"
نيلو سڄو ڏينھن ماءُ جي دل وندرائڻ جي ناڪام ڪوشش ڪندي رھي ھئي. الماڙيءَ مان سڀ پراڻا ، نوان البم ڪڍي اچي آڏو رکيا ھئاسين. جن ۾ ماڻس ۽ پڻس جا گڏ نڪتل ڪئي بليڪ اينڊ وائيٽ فوٽو ھيا ، گھر ۾ نڪتل، گھر کان

ٻاهر وڻن ۽ گلن جي سنگت ۾ نڪتل ، ڪياماڙيءَ جي ،جهلن سان سينگاريل لانچ ۾ نڪتل ،سمنڊ ڪناري ، ڊڪندي نڪتل، اٺ تي نڪتل ،اٺ تي نڪتل. ماڻس جي فوٽوءَ ڪي ڏسندي نيلو ڪلڻ لڳي هئي ۽ ماءُ ڪي به ڏيکاري زوريءَ ڪلائڻ جي ڪوشش ڪندي رهي هئي، جنهن ۾ هن جا خوفائتا ۽ هيسيل هراسيل تاثرات ڪيميرا جي اک ڪان لڪي نہ سگهيا هئا.
سندن ننڍپڻ ڪان وٺي وڏپڻ تائين جا انيڪ فوٽو هئا. نيلو ڪي فوٽن جا البم بہ ماضيءَ ڪان حال تائين جي مڪمل تصوير جي ڪهاڻي لڳا هئا.
ماڻس هڪ فوٽو ڏسندي ، جنهن ۾ هو ٻئي هٽ هٽ ۾ ڏئي بيٺا هئا. سندس هنج تي نيلو (جيڪا ستن اٺن مهينن جي مس ٿي لڳي) آهي ، نثار ۽ غزالہ بہ بلڪل ننڍڙا ، سندن آڏو بيٺا آهن. ڏسي ٿڌو ساهہ ڀري ، البمن جي ڍير ڪي پرتي هٽائي اکين ڪي ٻانهن ڏئي سمهي تي پوي. ڪيس پنهنجو مٿو ڀهرين جي بنسبت وڌيڪ ڀاري ٿو محسوس ٿئي. نيلو البم هٽائي ، ڪيس صحيح طرح سمهڻ جي تلقين ڪندي ، سندس لئہ چانهہ ٺاهڻ هلي ٿي وڃي. ماءُ ڪي چانهہ سان گوري ڪارائي ، ڪمبل وجهي لائيٽ بند ڪري هلي ٿي وڃي.
نيلو سڄو ڏينهن ماءُ جي دل وندرائيندي ، پنهنجي ڪيفيت ڪي لڪائيندي گذاريو هو، پر رات..... رات جو ڪيس اٿين ٿي محسوس ٿيو ، جڻ ننڍ صدين ڪان سندس اکين جي ڳلين جو د گ ڏٺو ٿي نہ هجي. اکٽ سوچون ، ڪنهن ضدي ٻار جيان سندس من ڌرتيءَ تي چڙيون هٽنديون رهيون هيون.
" چا هئڻ گهرجي . . . ؟"
ڪجهہ بہ سمجهہ ۾ نٿي آيس.
ٻئي ڏينهن صبح جو اٿي تہ ، راتوڪو اوجاڳو سندس اکين ۾ ۽ اکين ٻاهران ڪيئي اداس رنگ ڇڏي ويو هو. ڪيس من تي بوجهہ بہ محسوس ٿي رهيو هو. ان لئہ اسڪول نہ وڃڻ جو فيصلو ڪري ،اسڪول ۽ ليبارٽريءَ فون ڪري ، پنهنجي نہ اچي سگهڻ جي مجبوري ٻڌائي ڇڏي. من ۾ آيس تہ امتياز ڏي فون ڪري ، جنهن جون پر لطف ڳالهيون ، سندس مونجهہ ڪي ضرور گهٽائين ها. پر پوءِ سوچيائين ، هو اسڪول نہ وڃڻ جو سبب پڇندو ، پريشان ٿيندو ، ان لئہ فون جو ارادو ترڪ ڪري ،ڪنيل رسيور رکي ڇڏيائين .
ماڻس جو بخار اڃا نہ ٽٽو هو. هوءَ سمهي پئي هئي ۽ نيلو بہ پر ۾ پيل پنهنجي پلنگ تي آ هلي پئي هئي. سوچن جا سلسلا ٻاڻ مرادو الائي ڪٿان ڪان شروع ٿي ، ڪٿي ختم ٿي ٿي ويا. اٿين ٿي لڳس ، جڻ وقت جي پيرن تي اوچتو فالج ڪريو هجي ۽ هو چرڻ پرڻ ڪان عاجز ٿي هڪ هنڌ رڪجي ويو هجي. شديد بوريت محسوس ٿيڻ لڳي هئس. وهاڻي جي پر ۾ رکيل ناول ڪڻي ، نشاني پيل صفحي وٽان کولي ، پڙهڻ ٿي لڳي. ٻہ ٽي سٽون پڙهي ، بند ڪري رکي تي ڇڏي. ڪنهن بہ شئي ۾ مزو نہ پئي آيس، اٿي بالڪونيءَ ۾ اچي بيٺي ، پر اڄ ڪيس ڇيٺيءَ طرح محسوس ٿيو تہ اندر جو سناٽو ، ڪيئن نہ ٻاهر جي پر رونق

دنيا تي بہ ڇانئجي ويندو آهي.
چند گهڙيون بيهي ، وري اندر هلي آئي، ٽي وي کوليائين ،خبرون پئي هليون.
بند ڪري ڇڏيائين ، جو نٿي چاهيائين تہ اجا بہ وڌيڪ پنهنجي پريشانين ۾ اضافو ڪري.
فون جي رنگ تي ڇرڪي ، اڳتي وڌي ، رسيور کنيائين. پريان زرين هئي.

زرين سان ڪڏهن ڪڏهن فون تي ملاقات ٿيندي رهندي هئس، اڄ زرين جي آواز ۾ پهريون جهڙي شوخي ۽ شائستگي نہ ڏسي پڇيو هئائين.
"ڇا ڳالهہ آهي زرين ڪجهہ منجهيل منجهيل ٿي لڳين ، ٺيڪ تہ آهين ؟"
"بس نيلو ، جڏهن وقت بدلجڻ لڳندو آهي تہ انسان آٽوميٽيڪلي بدلجي ويندو آهي." زرين ٿڌو ساهہ کڻندي چيو هو ۽ نيلو کي پنهنجي ڪنن تي يقين نہ ٿي آيو تہ ڇا انهن،انهيءَ زرين جو ئي آواز هئو هو، جنهن ڪڏهن بہ سنجيده ٿيڻ ۽ منجهڻ سکيو ئي نہ هوا
"خير تہ آهي نہ ، ائين ڇو پئي ڳالهائين ؟" نيلو کان پنهنجي پريشاني وسري وئي هئي.
"ها ... خير ئي آهي بس ....."
"معاملو ڇا آهي آخر؟"
"اڄ تون ليبارٽريءَ نہ وئي هئينءَ شايد."
"ها دراصل امان جي طبيعت ٺيڪ ناهي ، ان لئہ اڄ آف ڪيو هيم."
"ها ، مان پهريون اوڏانهن فون ڪئي، خبر پئي تہ نہ وئي آهين ، ان لئہ هتي ڪيم ، سڀاڻي ويندينءَ؟"
"ها ، ڏسان جي امان جي طبيعت صحيح هوندي تہ ضرور ويندم."
"بقول تنهنجي تہ توکي هڪ وڏي پيڻ بہ تہ آهي نہ ؟"پاڻ ۾ فري هوندي بہ هڪ ٻئي جي ذاتيات کان اڻ واقف هيون. سندن گفتگو پڙهائيءَ تان هتي ، ڇڙو سندن ذات يا دوستين بابت ڳالهائڻ تائين ئي محدود هوندي هئي.
"ها پر اها .... اڄ ڪلهہ اتي ناهي "نيلو کي پنهنجي زبان تارونءَ سان وچڙندي محسوس ٿي هئي.
"منهنجو مطلب هو ، آنٽيءَ جي تيمارداري اها بہ ڪري سگهي پئي ، خير ...
جي تون سڀاڻي ليبارٽريءَ وڃين تہ مان اتي تو وٽ اچان ."
"ها ، ها ڀلي اچجانءِ ، ڪو خاص ڪم آهي؟"
"ڪم .... تہ ڪو خاص ڪونهي ، بس ڪجهہ دل جو غبار هلڪو ڪرڻو هو، فون تي تہ سڀ ڳالهيون نٿيون ٿي سگهن."
"هتي هلي اچ نہ ."
"ضرور اچان ها ، پر تون ويٺي بہ تہ الاهي پري آهين نہ ، ليبارٽريءَ صحيح ٿيندو ، اتان ڪنهن ڪيفي يا پارڪ ۾ هليا هلنداسين. تنهنجي گهر فرست

ٽائيم اچڻ، سو بہ هيئن اپّ سيٽ ٿي ، سٺو نہ لڳندو." زرين معذرت واري انداز ۾ چيو.
" تو تہ يار ، مون کي بہ اپ سيٽ ڪري ڇڏيو آهي ،ڪجهہ بہ ڄاڻڻ کان سواءِ ئي
"
جڏهن تہ هوءِ پاڻ ڪائنس وڌيڪ اپ سيٽ هئي. فون بند ڪرڻ کان پوءِ نيلو ڪافي دير، زرين جي معاملي تي سوچڻ لڳي تہ ڇا ٿيو هوندو... ڪٿي امتياز تہ ڪا ڳڙ ٻڙ ناهي ڪري ڇڏي. زرين هوندي تہ ڪڏهن بہ پنهنجي ذاتي ڳالهين ۾ ڪيس ناهي شريڪ ڪيو. اڄ ڪهڙي ڳالهہ ٿي سگهي ٿي، جا هوءِ ساڻس ئي ڪرڻ چاهيندي هجي. ٿي سگهي ٿو ٻي ڪنهن دوست ۾ اعتماد نظر نہ آيو هجيس!
ٻئي ڏينهن ماڻس جي ڪجهہ طبيعت ٺيڪ هئي،اسڪول جي اڄ بہ موڪل ڪئي هئائين،پر ليبارٽريءَ ۾ جيئن تہ ڇڙو ٽي ڪلاڪ ويهڻو پوندو هئس،ان لئہ سامهون واري فليٽ ۾ رهندڙ تبسم کي ماءُ جي پارٽ ڪري هيٺ لهي وئي هئي.
ڪيس آئي ڪلاڪ مس ٿيو هو جو پري کان زرين کي ايندو ڏٺائين. زرين کي ٻہ ٽي منٽ ترسڻ جي لاءِ چئي ،ڪم نبيڙائي،ٻي رسيپشنسٽ تي باقي رهيل ڪم ڇڏي،اٿي. اڄ اتفاق سان رش بہ نہ هئي زرين کي الاهي ڏينهن کان پوءِ ڏٺو هئائين، ان لئہ ٻئي انتهائي پاٻوہ سان مليون.
"ڏاڍي ٿلهي ٿي وئي آهين،ويهي ڪاٺ جو اثر آهي يا ڪا خوشي......؟"نيلو زرين جي ٻانهن ۾ هٿ وجهندي کلندي ٽوڪيندي چيس.
"ڇڏ يار،خوشي ورئي ڇا جي،بس ڪاٺ ۾ لاپرواہ ٿي وئي آهيان،نہ تہ پريشانين تہ اهڙو گهيرو ڪيو آهي جو...."
"ڪهڙي پريشاني زرين....؟نيلو هلندي هلندي پڇيس.
"ٻيهہ ڪٿي ويهون تہ سڀ ڪجهہ ٻڌايانءِ ٿي."
"سامهون ڪيفي ۾ هلون ؟"
"نہ يار،الاهي ماڻهن وچ ۾ ڪٿي ڳالهائڻ ٿيندو؟"
"روڊ جي پاسي سائيڊ واري پارڪ ۾ ٿا هلون."
بينچ تي ويهندي ئي نيلو پڇيو هئس، "هاڻي ٻڌاءِ ڇا ڳالهہ آهي؟"
"ننڍپڻ ڪيڏو نہ خوبصورت ٿيندو آهي......"زرين سامهون ڪيڏندڙ ٻارن کي ڪيڏندي،خوش ٿيندي ڏسي اداسيءَ مان چيو.
"واقعي...."نيلو ٿڌو ساهہ ڀري ،شايد پنهنجو ننڍپڻ ياد ڪري،(جيڪو ايڏو خوشگوار تہ نہ گذريو هئس پر پوءِ بہ لاپرواهيءَ جا ڏينهن تہ هوندا آهن.)زرين جي تائيد ڪئي.
"ءِ انسان ۾ جيئن شعور ايندو آهي،جيئن سمجهہ وڌندي آهي،تيئن خواهشن جي من ۾ ويٺل گهٽائي،ڪيس ڪيڏو نہ بدلائي ڇڏيندي آهي،خواهشن جي

حصول لئہ هو ايڏو تہ پري نڪري ويندو آهي، جو ڪيس اهي بہ نظر نہ اچي

ايندا ،جيڪي ڪيس چاهيندا آهن،پيار ڪندا آهن."زرين سامهون شام جي

ڏنڌلڪي ۾ ڪومائجندڙ گلن ڏي ڏسندي چيو.

"انسان جو ٿيو."

"ها نيلو انسان تہ عورت بہ هوندي آهي،پر جيڏو جلد مرد بدلجي ويندو آهي

،عورت ناهي بدلجي سگهندي بلڪ بدلبي ئي ناهي.هوءِ تہ پيار جي بکي هوندي

آهي،مرد جو ٿورڙي توجهہ چڻ تہ منجهس پر وجهي ڇڏيندو آهي۽

مرد......هميشہ ڪيڏندو رهندو آهي،عورت جي جذبات سان. هميشہ پنهنجي

برتري قائم رکڻ جي لئہ عورت کي ڪمتريءَ ۾ مبتلا ڪندو رهيو آهي.رشتن

جي زنجير ۾ جڪڙي هميشہ ڪيس دوکا ئي ڏيندو رهيو آهي.پيءُ هجي،پاءُ

هجي،مڙس هجي يا پٽ هجي،هر رشتي کي هن صرف هڪ ڍال سمجهي ئي

استعمال ڪيو آهي."

"پرابلم ڇا هي زرين ....؟" نيلو زرين کي حد کان وڌيڪ جذباتي ٿيندو ڏسي

ڪائنس پڇي ورتو.

" بابا جو رويو اسان سان هميشہ کنهن حاڪم جيان ئي رهيو آهي. حڪم ۽

صرف حڪم ڏيندڙ . پر اسان سندس ان رويي جا عادي هئاسين ، اها نيچرل

ڳالهہ آهي تہ ننڍپڻ کان وٺي جن طبيعتن جي ماڻهن سان اسان جو واسطو پوندو

آهي، پوءِ انهن جون طبيعتون ، عادتون اسان کي وڻن نہ وڻن ، پر پوءِ بہ سڀ

ڪجهہ ايڪسيپٽ ڪري وٺندا آهيون ، پر جڏهن انهن ۾ اچا بہ ڪا بدتر چينج

اچي تہ خراب تہ لڳندو ئي آهي نہ ، اسان جو تہ بي پي لو ( B/P Low ) ٿي ويو

آ، جڏهن ڪان خبر پئي اٿس."

" ڪهڙي خبر ....؟"

" پوري طرح شوئرتي ناهي پر ڪن ماڻهن ٻڌايو آهي تہ بابا ....شادي ڪري

ڇڏي آهي."

" پوءِ .....؟" نيلو گهبراهٽ مان چيو .

" اهو تہ خير ٽينشن آهي ئي ، پر وڌيڪ پريشان ادا امتياز ڪري ڇڏيو آهي"

نيلو ڇرڪي وئي" ڪنهن جي احساسن جو خيال ئي ڪونهيس. امان ايڏي

پريشان آهي ، ان جي پريشاني گهٽائڻ بجاءِ وڌائي ڇڏي اٿائين . نہ ڪنهن جي

ٻڌي ٿو،نہ سمجهي ٿو." زرين پنهنجي نوع ۾ چوندي رهي.

" ڇہ ....... ڇا ٿو چوي؟" نيلو خشڪ چپن تي زبان ڦيري ، نڙيءَ ۾ اٽڪيل

ڪاشئہ هيٺ لاهيندي ، مس چئي سگهي.

" تو منهنجي ڪزن هما ڏٺي آهي نہ ؟"

" هما ....؟" سوچي ٿي .

" اسان سان ڪلاس ۾ نہ هوندي هئي، سنهڙي سنهڙي " زرين ياد ٿي ڏياريس.

" ها ، ا ... هوءَ جيڪا گهڻو ڪري تنهنجي ڪمپنيءَ ۾ رهڻ چاهيندي هئي.

جنهن کي تون ”ڪپهہ جي پوٽي“ چوندي هئينءَ . ڇا تيو اهي انهي کي ؟ نيلو پڇيس.
”ها، اها ئي ” ڪپهہ جي پوٽي“ ..... سڀ ڇوڪريون ڪپهہ جون پوٽيون تہ هونديون آهن ، بي وجود ، بي وزن ، جيڏانهن ڦوڪ ڏين ، اوڏانهن اڏامي ويندڙ، تيز هوا ۾ تہ پنهنجو توازن قائم نہ رکي سگهن پر هٿن جي ٻڪ ۾ بہ وکرجي وڃن. ٽٽي پوندڙ ، وکري ويندڙ .... ڪپهہ جون نازڪ ۽ نہ ڏسڻ ۾ ايندڙ پوٽيون ....“
”اڄ ڇا رڳو فلسفي سان پيٽ پريندينءَ .“ سافٽ ڊرنڪ جي پيڪيٽ ۾ اسٽرا وجهندي کيس ڏيندي ٽوڪيس ٽي .
”يار ، ڪجهہ ٻڌاءِ ٻلڪ سئولي سنڌيءَ ۾ ٻڌاءِ آخر مسئلو آهي ڪهڙو ؟“ نيلو کي الجهن ٿيڻ لڳي هئي.
”نيلو تو ڪڏهن محبت ڪئي آهي؟“
”م ..... م ..... مان .....؟!!“ نيلو، زرين جي اوچتي سوال تي ٻوکلائجي وئي هئي.
”اسان جي معاشري ۾ جڏهن ڪنهن ڇوڪريءَ جي من ڌرتيءَ تي محبت جو ٻوٽو ڦٽڻ لڳندو آهي ، تڏهن هوءَ مٿس ڪيئي مصلحتن جا تهہ وجهي کيس ڍڪيندي رهندي آهي، سماج جي غلط ريتن جي ڀو ڪان، ماٿهن جي گندي سوچ جي ڊپ کان ۽ پنهنجي انا جي مجروح ٿيڻ جي خوف کان. هوءَ پنهنجي احساسن کي ، بيرنگي لفافي ۾ بند ڪري ، پنهنجي وجود جي ڪنهن سيڪريٽ پاڪيٽ ۾ لڪائي رکي ڇڏيندي آهي. ڪنهن بہ لفافي تي ٽڪلي لڳائي پوسٽ ناهي ڪري سگهندي، ان اميد تحت تہ ”هو“ ڪنهن نہ ڪنهن ڏينهن پاڻ ئي ڇي ، لفافي جا لنبيل چپ کولي ، ان ۾ اندر لکل تحرير پڙهندو ..... پر ..... پر .....
ڪيئي وجود ان لفافي کي پنهنجي سيڪريٽ پاڪيٽ ۾ لڪائي ، لڪائي، وقت جي طوفان جي نظر ٿي ويندا آهن. ڪو بہ انهن لفافن ۾ اندر لکل تحريرن کي پڙهڻ وارو ناهي ايندو. جي ايندو بہ آهي تہ اجنبين جيان ،ڪنهن واٽ ويندڙ واٽهڙوءَ جيان چپ چاپ گذري ويندو آهي. ۽ بند لفافو ، سڄي عمر بند ئي رهجي ويندو آهي .ڪيڏي ٽريجڪ لائيف آهي، مشرقيت جي چادر ۾ ويڙهيل اسان ڇوڪرين جي بہ.“ زرين ، نيلو جي جواب کان اڳ ئي پاڻ ڇوندي رهي هئي.
”اهو ڪير آهي زرين ؟“ نيلو نهايت همدردي ۽ پنهنجائپ مان ، زرين جو سنڌس معاملو سمجهي پڇيو هئس.
”اهو نہ پر اها .“
”ڇا مطلب ؟“
”مطلب ائين آهي تہ هما جي بند لفافي کي ادا امتياز کولڻ لئہ تيار ئي ناهي ،

حالانڪ ان ۾ لڪل تحرير لاءِ جيڪا مَس استعمال ڪئي وئي آهي، سا منهنجي آهي."

" آسانيءَ سان ڇو نه ٿي ڳالهائي سگهين ؟!" نيلو ڪي لڳو هو ، سامهون ڦرٽيءَ تي ڦرنڊڙ ٻارن سان گڏ ٿي ڇڻ هوءَ به وڻي آهي، جنهن جي ڇرڏاري ڏرتي ڦرڻ لڳي هئي.

" منهنجو مطلب آهي ته مان ٿي هما جي احساسن کي پاڻي ڏيندي رهندي هئس، هن جو حوصلو وڌائيندي رهندي هئس. ادا امتياز پاران ڪيس پنهنجا ڪهڙيل ننڍڙا ننڍڙا جملا چئي، سندس دل خوش ڪندي هيس. اصل ۾ ڇا آهي ته، هما ۽ ادا امتياز جي ننڍپڻ کان وٺي نسبت طئه ٿيل آهي. اهو سڀ تڏهن ٿيو هو، جڏهن اسان سڀ ڳوٺ رهندا هئاسين. هما سان منهنجو ڊبل رشتو آهي، هوءَ رشتي ۾ منهنجي سئوٽ به ٿئي ته ماسات به. ۽ امان جي اڪيلي پاڻيجي هئڻ ڪري وڏ ۾ وڏ خواهش هئي ته اهائي سندس ننهن به بڻجي. پرچاهيو ڪجهه آهي، ٿيندو ڪجهه آهي. ملڪيت ۽ سياست جو نانگ جڏهن محبت کي ڏنگي وجهي ته پوءِ اها محبت ڪڏهن به پنهنجو توازن برقرار ناهي رکي سگهندي. اسان جا خاندان هڪ ٻئي جا جکري دشمن بڻجي پيا هئا ۽ ائين اسان حيدي هليا آياسين. ڪافي سال ٿي ويا آهن هڪ ٻئي جو منهن ڏٺي. امان سدائين پيڻ جي ڏک ۾ پٺي ڳوڙها ڳاڙيندي هئي ۽ هاڻ ڪجهه عرصي کان هو به هتي هليا آيا آهن. هما کي پنهنجي ڪاليج ۾ ڏسي نه پڇ مون کي ڪيڏي خوشي ٿي هئي. اسان ٻئي ڪاليج جي حد تائين ٿي ملنديون رهيون هيوسين، جو اختلاف تڏا ضرور ٿيا هئا، پر ختم نه ٿيا هئا. مان گهر ۾ به هما جي باري ۾ ڳالهيون ڪندي هيس. امان ته بي چين ٿي پوندي هئي ته وٺي اڇينس ڪنهن بهاني سان ته مان ملائس ۽ هڪ دفعو موقعو ملي به ويو. هاڻ منهنجو مقصد هيو، ادا ۽ هما کي هڪ ٻئي جي ويجهو آڻڻ جو. مان ضد ڪري ادا کي چوندي هيس ته ڪاليج ڇڏي اچي، يا وٺڻ اچي، هو شروع ۾ ته نه مڃيندو هو پر پوءِ بنا اعتراض جي ايندو هو. مان ڪيس هما ڏيکاري به هئي، پر خبر اٿئي نيلو، ڪيڏي ٽريجڊي ٿي وئي آهي اسان سان، ادا منهنجو پرم رکي مون کي ڪاليج ڇڏڻ ،وٺڻ ته ايندو هو، پر جيڪو منظر مان ڪيس ڏيکارڻ لاءِ، اهو سڄو منصوبو جوڙيو هو، سندس نظرون ان منظر تي پوڻ بجاءِ، ڪنهن ٻئي منظر کي پنهنجو مرڪز بنائي چڪيون آهن." هن ساهه کڻي وري ڳالهايو.

"سڀ ڪجهه ٺيڪ ٿي ويو آهي، سراج پنهنجي خاندان سان ڪيٽي ڏينهن کان مهاڏو اٽڪائي، نيٺ سيني کي مڃايو اٿائين. جڏهن سڀ ڪجهه صحيح ٿي ويو آهي ته هاڻي ادا امتياز پڙ ڪڍي بيٺو آهي. ادا امتياز لاءِ ته اسان کي اها توقع ئي ڪو نه هئي ته هو ائين ڪندو. سيني کي اها ئي خبر هئي ته هو به هما کي چاهي ٿو، پر ....."

" سراج ..... ڪير....؟" نيلو جو آواز ڄڻ پاتال مان آيو هو.
"سراج ، هما جو پاءُ آهي ۽ سراج ۽ مان ....."
" اوهه .... اڇا .. " نيلو سمجهندي چيو.

" نيلو .... نيلو هما ادا امتياز کان سواءِ جي نہ سگهندي. هن جنهن کي شعور جي پهرين حدن کان وٺي پنهنجي من ۾ ويهاريو آهي ، تنهن کي ڪيئن هڪدم ڪڍي ڦٽي ڪري سگهندي؟ ۽ سراج ۽ مان هڪ ٻئي کان الڳ ٿيڻ جو تصور بہ نٿا ڪري سگهون. جي هما ۽ ادا امتياز جو ملاپ نہ ٿيو تہ اسان جو بہ ڪڏهن نہ ٿيندو، جو اسان جي قدامت پسند خاندانن جي اهو انا جو سوال ٿي پوندو جي ... سراج ۽ مان هڪ ٻئي کان جدا ڪيا وياسين تہ اسان هڪ پل بہ زنده رهي نہ سگهنداسين ، مري ويندا سين ، ختم ٿي وينداسين....." زرين جو گلو گهٽجي ويو هو ۽ هوءَ سڏڪڻ لڳي هئي.
" پليز .... زرين ... اهو ڇاهي ، ائين دل ٽوڙڻي هاربي آهي."
ڪنهن نٿي چاتو تہ هن کي دلداري ڏيندڙ ، پاڻ ٿي پنهنجي هار تي ، من ئي من ۾ ماتم ڪرڻ چاهيو پئي.
" پليز ، نيلو تون ڪجهہ ڪر .... تون ادا امتياز کي سمجهاءِ . هيءُ ئي آخري چانس آهي. جي هاڻي اسان جا ورهين کان جدا ٿيل خاندان نہ گڏ ٿيا تہ پوءِ ڪڏهن بہ ڪڏجي نہ سگهندا .۽ هيل رڳو خاندان نہ ٽٽندا ، پر ڪيترين ئي دليون بہ ٽٽنديون ، رتو ڇاڻ ٿينديون پليز نيلو تون ڪجهہ ڪر."
" م...... ما.....آن..... ؟!!!!" نيلو مس چئي سگهي ۽ زرين جي ذهانت تي حيران ٿي وئي تہ ڪيئن نہ اڻ سڌي طرح ڪيس سڀ ڪجهہ سمجهائي ۽ چئي وئي هئي!
رستي ۾ ايندي ، نيلو کي لڳو هو، ڄڻ سڀ رستا طوفاني ،سامونڊي لهرون هجن ، جيڪي کيس پنهنجي ٻانهن ۾ جڪڙڻ لئہ آتيون هجن ، سڀ عمارتون واڳونءَ جيان وات پٽيندبون پاسيون هئس. هر ايندڙ ويندڙ ماڻهو کيس آدم خور لڳو هو ، جيڪو پنهنجي ڍڳهن ننهن سان ماس ڪوري ڪڍي کائڻ چاهيندو هجي، هن جي جسم جو سڄو رت پي وڃڻ چاهيندو هجي.
ڪمري جو آهستي در کوليائين ، انهي خيال سان تہ متان ماڻس ننڊ پئي هجي ۽ کڙڪي تي جاڳي پئي. سامهون ڪرسيءَ تي تبسم ويٺي هئي ، پريشان پريشان. هن کي ڏسي ڄڻ اطمينان اچي ويو هئس ، چهري تي .
" آنٽيءَ جي ڪافي ٽائيم کان طبيعت بگڙي وئي آهي... مان تنهنجي ويندي ئي اچي وئي هيم. ڏاڍي حالت خراب هئس ، توڏي ليبارٽريءَ فون ڪئي پر اتان جواب مليو تہ تون سوير نڪري چڪي آهين. ڪجهہ سمجهہ ۾ نہ پئي آيو. سامهون واري ڊاڪٽر کي گهرو وٺي آيو، ان جي انجيڪشن کان پوءِ ڪجهہ آرام آيو اٿس."

تبسم جو شڪريو ادا ڪري ،هوءَ ماءُ جي پيرن وٽ ويهي ، سندس ٽنگن تي جهڪي وئي هئي ۽ سڏڪڻ لڳي هئي، هر ڳوڙهي پنهنجو پنهنجو درد ٿي بيان ڪيو ، پنهنجي پنهنجي وارتا ٿي ٻڌائي.

ٻه ڏينهن مسلسل مائٽس تي غشي طاري رهي. نيلو ٻئي ڏينهن اسڪول تـوڙي ليبارٽريءَ نـه وئي. ٽئين ڏينهن مائٽس جي ڪجهه طبيعت صحيح ٿي تـه هن سوچيو اڄ اسڪول ۽ ليبارٽريءَ وڃي. هفتي جي موڪل وٺي اچي ۽ چڱيءَ ريت ماءُ جي تيمارداري ڪري ، ڪنهن سٺي ڊاڪٽر کي ڏيکاري .
اڄ ٻه تبسم کي ماءُ جي تاڪيد ڪري پاڻ هلي وئي هئي. ٽن چئن ڏينهن کان امتياز سان ٻه ملاقات نـه ٿي هئس. زرين جون ڳالهيون هر گهڙيءَ هر پل هٿوڙن جيان سندس دماغ تي وسنديون رهيون هيون، ان لئه امتياز سان ملڻ ٻـه اوڪو ٿي پيو هئس.
ليبارٽريءَ جي ڊيوٽي ٽائيم کان پوءِ ٻه ڪجهه ٽائم هن امتياز جو انتظار ڪيو ، پر هو نـه آيو. اندر ئي اندر گهٽو ڪجهه ڊهي پيو هئس، پڇي پري پيو هئس.
" ٿي سگهي ٿو ، منهنجي بغير ٻڌائڻ جي چئن ڏينهن جي غير حاضريءَ جي ڪري ناراض هجي!" چپ کي ڏندن سان ڪائيندي سوچي ٿي.
" منهنجو ٻه ڪهڙو ڏوهه؟ ٻه ٽي دفعا فون تي ٽراءِ ڪيم. پاڻ ئي نـه ملي سگهيو، الائي ڪٿي ٿو گهمي....؟ گهر وارن کان ناراض ٿي ته ڪڏي نـه هليو ويو آهي؟! ماڻ ڀلا ايڏو چو ٿي پريشان ٿيان ؟ مون کي سخت ٿيڻ گهرجي ، جو ..... جو ..." اڳتي سوچڻ جي همت جواب ڏئي وئي هئس.
گهر آئي تـه تبسم مائٽس کي سوپ پياري رهي هئي. اڄ سندس طبيعت پهرين جي مقابلي ۾ صحيح ڏسڻ ۾ آئي. سندس ٻڪ تـه ڪڏهوڪو مري چڪي هئي، پن ڏينهن کان رڳو سلائس ۽ چانهه تي گذارو هئس، هينئر ٻه چانهه جا ٻـه ڪوپ ٿاهي پاڻ ٻه پيتائين ، تبسم کي ٻه ڏنائين .
تبسم جي وڃڻ کان پوءِ هوءَ اکيون بند ڪيل ماءُ جي پرسان ڪرسيءَ تي اچي ويٺي هئي.
" دنيا جي هن رڻ ۾ ڇا تون ٻه مون کي اڪيلو ڇڏي وڃڻ ٿي چاهين .....؟" چپن ۾ چئي سڏڪي پئي هئي. لڙڪن جو بند جڏهن ڀڳو هو تـه سندس انـدر جا اڌما ڇوليون هڻي ٻاهر نڪرڻ لڳاهئا . هوءَ روئيندي روئيندي پاڻيهي چپ ٿي وئي هئي. ڪرسيءَ جي پويان ڪنڌ لڙڪائي شانت ٿي وڃڻ چاهيو هئائين. مائٽس پنهنجي ارد گرد جي ماحول کان بي خبر پئي هئي. ننڊ ۾ ٻه ٽي دفعا نثار کي سڏيو هئائين. نيلو سندس پاسو ورائي ، مٿس ڪمبل ٽيڪ ڪري ، ٻاهر بالڪوني ۾ نڪري آئي هئي.
اڄ دل پئي چويس، ڪٿان اوچتو ئي اوچتو نثار اچي وڃي . غزالـه اچي وڃي ، ايندڙ خوفناڪ لمحن جو سوچي سندس وار ڪاندارجڻ لڳا هئا . دل ۾ آيو هئس،

بالڪونيءَ مان ٽپ ڏئي ، آجي ٿي وڃي زندگي جي سپني جهنجهٽن مان.
بالڪونيءَ ۾ رکيل طوطي جي پڃري تي نظر پوندي ئي پاڻ تڪڙي تڪڙي ان ڏانهن وڌي هئي. جلدي ۾ پڃري جو در کولي طوطي کي پڪڙيو هئائين.

طوطو ٽين ٽين ڪندو رهيوهو، پر هن پنهين هٿن ۾ پڪڙي، مٿي هوائن ۾ اڏائي آزاد ڪري ڇڏيوهو ڪيس. ڪن پل ۾ ائين لڳو هئس ڄڻ سندس من بہ ان طوطي جيان آزاد ٿي ويو هجي. هلڪو ڦلڪو ٿي هوائن ۾ اڏامڻ لڳو هجي.
" نيلو .....!"
ماءُ جي آوازتي تڪڙي تڪڙي اندر وئي هئي، اندر پهچندي ئي ڪيس لڳو هو. ڄڻ طوطي کي وري ڪنهن زوريءَ پڃري ۾ قيد ڪري ڇڏيو هجي . ماڻس شايد طوطي جي رڙين تي آئي ، ڪيس سڏي، وري سمهي پئي هئي.
فون جي ڊائل کي ائين ئي فضول فضول گهمائڻ لڳي هئي. آلائي ڇو انهن انگن تي پهچندي ئي آڱريون پيرالائزڊ ٿي ٿي ويس، جن جي پريان هن جي هئڻ جو يقين چند ڏينهن کان گمان ۾ بدلجي ويو هئس.
" شايد ناراض آهي!" دل ۾ سوچيو هئائين .
آفيس جو نمبر ملايائين. مسلسل رنگ ويندي رهي ، پر پوءِ ٽائيم ڏسي ، پاڻ تي ڪاوڙ آئي هئس.
" ڀلا هينئر آفيس ۾ ڇو هوندو!"
گهر جو نمبرڏڪندڙ آڱرين سان ملايو هئائين. اندر جي تمام گهرائين سان دعا گهري هئائين تہ امتياز اٽينڊ ڪري.
" هلو...!" پريان ايندڙ زناني آواز تي ڇرڪجي پئي هئي.
" ز.... زرين ؟!" زبردستيءَ لهجي کي نارمل ڪرڻ جي ڪوشش .
" اوهہ .... نيلو ڇا حال آهي؟"
"ٺيڪ آهيان ،بس ائين ئي سوچيم تنهنجو حال احوال وٺان ، ڪيئن آهين؟"
" ٺيڪ آهيان ."
" ۽ ...... گهر جو ماحول ؟"
" بس نيلو ، في الحال ادا ، وارو معاملو تہ ٺڏو ٿي ويو آهي، بلڪ پاڻ بہ هاڻ بابا جي لئہ فڪر مندٿي ويو آهي. ڏاڍو اپ سيٽ رهڻ لڳوآهي. آفيس بہ چند ڏينهن کان نہ ويو آهي. هر وقت اهو ئي فڪر اٿس تہ بابا، پوٽن ، ڏوهٽن ، وارو ٿي پنهنجي ڏيئرن جيتري ڇوڪريءَ سان شادي ڪري ، دوستن ۾ اسان کي ڪنڌ کڻڻ جي لائق نہ ڇڏيو آهي."
" ان ڳالهہ جي پڪ ٿي وئي آهي ڇا ؟"
" ها ، سو فيصدي پڪ ، ادا پاڻ ان ڇوڪريءَ کي بہ ڏٺو آهي ، بابا سان گڏ."
زرين سان ڳالهائي ، نيلو جي دل جي ڌڙڪڻ جي رفتار تيز ٿي وئي هئي. ڪو انڄاتو خوف سندس رڳ رڳ ۾ سمائجڻ لڳو هو.

ماڻس جي طبيعت ڏينهون ڏينهن بگڙجندي ٿي وئي. ڪنهن به ڊاڪٽر جي ڪا به دوا اثر ڏيکارڻ ڪان قاصر هئي. رات ڏينهن ماءُ سان اوجاڳا ڪري سندس صحت به ڪرڻ لڳي هئي.

اڄ صبح ڪان ئي گهر ۾ راڪاس گهمي وجڻ ، جهڙو سناٽو هو. رڪي رڪي ڪنهن وقت ماڻس پنهنجي وجڙندڙ زبان سان اگر ڪجهه ڳالهايو ٿي ته رڳو نثار جي باري ۾ ٿي پڇيائين ۽ نيلو جو وس نه پيو هلي ته جيڪر اڏامي وڃي ڪٿان نثار کي وٺي اچي ، ماءُ جي آخري خواهش ئي پوري ڪري سگهي.
"عورت سڄي عمر رڳو آهن ۽ التجائن کي من ۾ پاليندي رهندي آهي ۽ ڏوئيندي رهندي آهي ، سندن مک پنهنجي لڙڪن سان ، پر الجتا ، التجا ئي رهندي آهي. ان ۾ لکل اميد جون پنکڙيون مرد جي پاري قدمن هيٺيان متيءَ جي ذرڙن جيان چيپاٽجي ختم ٿي ويندون آهن ..... عورت .... اپوجهه .... ڳهيلي عورت !"
نيلو جي ماءُ جي چپن جي جنبش کي ڏسندي سوچيندي رهي هئي.
۽ نيٺ ، چپن جي جنبش اوچتو ئي اوچتو بند ٿي وئي هئي. سڄي : سمر ۾ ڊوڙندڙ گرم خون ۾ ڄڻ ته برف ڳڙيون ملي ويون هيون.
نيلو جون رڙيون ،آهون ، التجائون به ماڻس جي ٿڌي ٿي ويل جسم ۾ ڪا جنبش نه آڻي سگهيون هيون.
نيلو کي لڳو هو ، سڀ رشتا ، سڀ بندڻ ، متيءَ جي رانديڪن جيان آهن. بي حس ، ڪمزور،ڪن پل ۾ ٽٽي ويندڙ متيءَ جا ناپائدار رانديڪا...!

ڪال بيل جي آواز تي هن در کوليو. سامهون امتياز کي بيٺل ڏسي ، ڪيس محسوس ٿيو ڄڻ درياءَ جي سير ۾ لڙهندڙ سهڻيءَ جي مهيار جو هٿ ،هٿ اچي ويو هجي. سندس رنل رتيلين اکين ۾ ڪن پل چمڪ پيدا ٿي وسامي وئي.
زرين جا لفظ هٿوڙا ٻڌجي متس وسڻ لڳا. من ۾ آيس در بند ڪري ڇڏي ، کيس اچڻ نه ڏئي. پر هوءَ شايد تيستائين چري به نه ها ، جيستائين امتياز اچي کيس ڪلهن ڪان ڏونڏاڙي نه ها. نيلو امتياز جي هٿن مان پاڻ ڇڏائي پٽتي هٽي وئي هئي.
اڄ ليبارٽريءَ وئي ته هئي پر ڪجهه به سمجهه ۾ نتي آيس. سوچيائين تائيم کان اڳ ئي گهر هلي وڃي. گهر جو سوچي، اکيون ڳاڙهيون ٿي ويون هئس ۽ ارادو ترڪ ڪري ،بي دليءَ سان ڪم ۾ جنبي وئي. ڪم ڪندي ڪندي سوچيو هئائين ته هاڻ امتياز سان گڏ نه ويندي. ۽ جڏهن ساڳئي تائيم تي امتياز چاهي لوڏيندي اچي پهتو هئس ته اهو سوچي انڪار نه ڪري سگهي هئي ته اڄ ساڻس زرين ۽ هنا متعلق ڳالهائيندي. آلاهي دير تائين ٻنهين ڪجهه نه

ڳالهايو هو. نيلو کي سمجهه ۾ نٿي آيو تہ ڳالهہ ڪٿان شروع ڪري.
" امتياز ...!"
" هون "
" زرين مون سان " هما " جي باري ۾ ڳالهہ ڪئي هئي.... "

" مون کي اندازو هو تہ هوءَ ائين ئي ڪندي. " امتياز سندس ڳالهہ ڪٽيندي چيو.
" امتياز ، رشتا مون کي ڪچيءَ تند جيان لڳا آهن ، پر جي ، ڪنهن هڪ فرد جي قربانيءَ سان اها تند مضبوط ٿي سگهي ٿي تہ ان هڪ ماڻهوءَ کي انيڪ ماڻهن جي خوشين جو ڀرم رکڻ گهرجي. "
" مون وٽ دنياوي رشتن جي ڪا بہ اهميت ناهي ، مان هميشہ دل جي رشتن ۽ محبت جي رشتن کي ئي مٿانهون سمجهيو آهي. "
" محبت رکڻ پاڻ جو نالو تہ ناهي ؟ وڃائي پاتل محبتون ،پائي وڃايل محبتن کان وڌيڪ پر اثر ۽ وڌيڪ دير پا هونديون آهن. "
اڄ ڪيس خبر ئي نہ پئي تہ رستو ايڏو جلدي ڪيئن ڪٽي ويو. اڄ امتياز ڪيس پري نہ ، پر فليٽ جي عين سامهون اچي لاٿو.
" چانهہ جي صلاح نہ ڪندينءَ؟ "
" اڄ ، اڄ نہ پليز ! "
گاڏي پارڪ ڪري ٻئي مٿي چڙهڻ لڳا. تنل ڏاڪن ۽ اونداهي ڏاڪڻ تي چڙهندا ٽئين فلور تي پهتا تہ مٿان لهندڙ قدمن جو آواز ٻڌي، هنن ڏاڪڻ جي سائيڊ وٺڻ چاهي. نيلو ، امتياز کان بہ ڏاڪا مٿي هئي. مٿان لهندڙ غزالہ کي بلب جي جهيڻي روشنيءَ ۾ ڏسي ڪاوڙ ۾ منهن ڦيرائي بيهي رهي هئي.
" آئي ايم سو..... سوري نيلو ، آئي ايم. "غزالہ هٿن ۾ منهن وجهي سڏڪڻ لڳي.
" هوءَ ، جنهن جون آخري وقت بہ اکيون در ۾ هيون ، صرف منهنجي ماءُ نہ هئي. " نيلو پريل آواز ۾ ايترو مس چئي تڪڙي تڪڙي مٿي وڌڻ لڳي.
" نيلو .... نيلو ٻڌ تہ سهي . "
" مان تنهنجي شڪل بہ ڏسڻ نٿي چاهيان. هلي وڃ هتان ، هي اونداهيون گهٽيون ۽ پرندڙ ديوارون ڪٿي تنهنجي عزت ۽ شان ۾ نہ حائل ٿين، هنن تاريڪ ڏاڪڻين تي چڙهندي تنهنجا پير نہ ٿاٻڙجي پون، هلي وڃ هتان ، هلي ....وڃ !! " نيلو سڏڪندي تڪڙي تڪڙي مٿي هلي وئي هئي. ڪائنس وسري ويو هو تہ امتياز بہ پٺيان اچي پيو.
امتياز هڪ حقارت ڀريل نظر غزالہ تي وجهندي مٿي چڙهي ويو.
غزالہ ڏانهس نهاريو. چڻ سڃاڻڻ جي ڪوشش ڪندي هجي. چند گهڙيون بيهي ، پوءِ پاڻ بہ هوريان هوريان هيٺ لهڻ لڳي.

امتياز در کي ناڪ ڪري اندر هليو ويو.
نيلو دروازو کُليل ڇڏي ، وڃي صوفا تي ڪري هئي ۽ اجا تائين سڏڪي رهي هئي. امتياز صوفا جي بيڪ سائيڊ کان بيهي ، نيلو کي سڏيو . پر ڪيس ائين لڳو ڄڻ سندس آواز ٻاهر نڪرڻ بجاءِ اندر ئي من جي ويرانيءَ ۾ گونجندو رهجي ويو هجي.
امتياز پنهنجو ڏڪندڙ هٿ ، نيلو جي ڪلهي تي رکيو تہ هن ڇرڪجي ڪنڌ مٿي ڪيو. ڄڻ بلڪل اڻ ٽيڻي تي هجي ، جو ڪيس پڪ هئي تہ هتي سندس کان سواءِ ٻيو ڪو بہ نہ هو.
امتياز جي موجودگيءَ کي محسوس ڪندي شڪجي اٿي ويٺي هئي.
سندس لڙڪن سان آلي ٿي ويل منهن تي وارن جون ڇڳون چنبڙي پيون هيون. اکين ۾ ساڳيو ئي لڙاٽ هئس. ڏڪندڙ چپ پڪوڙي ، رليڪس ٿيڻ جي ناڪام ڪوشش ڪرڻ لڳي.
امتياز ڪنڌ هيٺ ڪيو ، چپ چاپ فرش کي گهوريندو رهيو هو. ڄڻ سوچيندو هجي تہ ڪيس تسلي ڏئي يا مٿس هڪ نئون ڏرتي ڇڏائي ويندڙ انڪشاف ڪري؟
" مان هلان -؟" امتياز اچانڪ اٿندي چيو.
"ويهہ پليز! مان جلدي ڇانهہ ٺاهي ٿي اچان. "نيلو کي ڄڻ اوچتو ياد اچي ويو هو.
" نيلو ، بس ڇانهہ جي گهرج ناهي."
'آئي ايم سوري ، سچوئيشن ئي ڪجهہ اهڙي ٿي وئي جو ... شي واز ماءِ سسٽر غزالہ."
نيلو منهن تي چنبڙيل وارن کي هٽائيندي ، عاجزي ۽ گهبراهٽ جي مليل جليل تاثرات سان مس ايترو چئي سگهي.
امتياز پٺي ڏئي ، دروازي ڏانهن وڌڻ لڳو. ائين ٿي محسوس ٿيس ڄڻ بوٽ جي ترين ۾ ڪاٺ بجاءِ مڻ مڻ جا پٿر فٽ ٿيل هجن، جن کي گهلڻ محال ٿي پيو هجيس.
در وٽ بيهي ، هن نيلو ڏي نهاريو ، جا حيران ۽ وياڪل چهري سان ، اکين ۾ سنڌوءَ جون ڇوليون پريو ڏانهس ڏسي رهي هئي.
امتياز کي لڳو ڄڻ نيلو جي اکين جو پاڻي سندس اکين ۾ لهي آيو هجي. ڇت ڏانهن نهاري لڙڪن کي زبردستيءَ ٺارڻ جي ڪوشش ڪندي ، وري نيلو جي چهري تي نظرون مرڪوز ڪري ڇڏيون هٽائين. نيلو سندس ڳالهائيندڙ نظرن جو تاءُ محسوس ڪندي ، پنهنجون پلڪون جهڪائي ڇڏيون هيون ۽ اکين جي ڪنارن اندر رڪيل ڳوڙها پلڪن جي داٻ تي لار ڪري وهي پيا ها .
" She was my Fatfhers Second wife too "
اهو چئي دروازي کي زور سان بند ڪري هليو ويو هو.

نيلو جون نظرون انيڪ پل ،ان بند ٽيل دروازي ۾ ئي ڪتل رهيون. ائين ٿي لڳيس ڄڻ اهو در هميشه هميشه لئه بند ڪيو ويو هو، جنهن کي ڪڏهن به ڪو به نه کوليندو.
۽ پوءِ منهن هٿن ۾ ڍڪي اوچنگارون ڏيندي هيٺ ويهي رهي هئي. پٽ ۾ لڳل

گھڙيال جي سڪينڊن واري سئي ، الائي ڪيترا رائونڊ لڳائي چڪي هئي، پر هوءِ ميز تي ڪنڌ رکيو سڏڪندي رهي هئي. سڏڪندي سڏڪندي اوچتو ئي اوچتو شانت ٿي وئي هئي، ڄڻ ڪنهن اهڙي ڏس جي جهلڪ ڏيکاري هجيس ، جنهن کي ڏسي من ريجهي ويو هجيس.
اٿي ڪمري ۾ آئي ، پنهنجا ڪپڙا ، ڪتاب ۽ ضرورت جون مختلف شيون بيگ ۾ بند ڪري بيڊ تي اچي ليٽي پئي. هيئنر سندس چهرو ڄڻ بارش کان پوءِ ، ڪڪرن کان صاف شفاف ٿي ويندڙ آڀ جيان ٿي ويو هو.
" زرين ، تنهنجي خوشين لئه ڏس مون کي گھڻي جدوجهد نه ڪرڻي پئي..... خدا پاڪ جڏهن انسان جي ڀلائي ڪرڻ چاهيندو آهي ته پوءِ هر مسئلي جو پاڻيهي حل به پيدا ڪري ڏيندو آهي.... "
ڇپن ۾ جڪڙيل اکين جي مٿان ٿي ، لڙڪن جون به لارون سندس اکين جي پڇڙيءَ مان ڦٽنديون وارن ۾ جذب ٿينديون ويون .
دريءَ جو پردو هٽائي دري کولي ، ڪليل هوا ۾ وڏا وڏا ساهه کڻڻ ٿي لڳي.
دريءَ کي پٺي ڏئي ، اندر ڪمري ۾ ڏسڻ ٿي لڳي، ڪمري ۾ رکيل هر شئي کي الوداعي نظرن سان ڏسي ٿي. هر شئي ۾ کيس ايڏي اجنبيت ٿي ڏسڻ ۾ آئي ، ڄڻ ڪڏهن به کين ڏٺو نه هجئين، ڇهيو نه هجئين .
ائين ٿي لڳس ڄڻ ڪنهن اجنبي شهر جي مسافر خاني ۾ ويٺي ،پنهنجي ٽرين جو انتظار ڪندي هجي.
کيس لڳو هو ، ڄڻ دنيا جي ميلي ۾ ، ماڻهن جي ميڙ ۾ وڃائجي ويل ڪو ٻار هجي ، جيڪو ڪنهن من پسند رانديڪي کي ڏسي ڏانهس وڌندو هجي ۽ وڃائي ويٺو هجي پنهنجي ننڍڙي هٿ ۾ پڪڙيل اهي مضبوط ڇيچ ، جا سندس سهارو هئي / سڃاڻپ هئي.
" اسان ٿورو پائڻ لئه ،گھڻو ڪجهه وڃائي ويهندا آهيون. جو چاهيندا آهيون ، ڪڏهن به پائي ناهيون سگھندا ، بس وڃائيندا رهندا آهيون ، وڃائيندا رهندا آهيون........تان ته هڪ ڏينهن پاڻ به "وڃايل ڪا شئي" بڻجي پوندا آهيون. "
ائين ٿي محسوس ٿيس ڄڻ ڪنهن ڪسيءَ مان ، ڪنهن گٽر مان ، ڪنهن ويران جنگل مان لڌل ، پنهنجي اصل شڪل ۽ صورت وڃائي ويٺل ،هوءِ اهڙو لاش هجي ، جنهن جي سڃاڻپ ممڪن نه هجي ۽ هو پنهنجي وارثن هٿان ئي لاوارث دفنايو وڃي.

# انڊلٽ ريڪا

## ست مختصر ڪهاڻيون

# جاڳرتا

”ڪافي ڏينهن کان تنهنجي ڪا لکڻي نظر مان نہ گذري آ. ڏات رسي وئي اٿئي يا پاڃاڻيءَ جيان اها بہ ڊ اٿورس ڪري هلي وئي اٿئي؟“
”بس يار ڊپريسڊ ٿي ويو آهيان . سوچيان ٿو مان نہ لکيو، تہ اسان جي هن ڪلچرڊ سوسائٽيءَ ۾ ڪهڙو فالت پئجي ويندو!“
”معاشري ۾ فالت پئي نہ پئي پر مان سمجهان ٿو ، لکڻ ، پڙهڻ اسان جي دماغ جا فالٽس ضرور درست ڪندا آهن ۽ اسان سان ئي تہ معاشرو وجود ۾ ايندو آ“
”هونئن بہ مان محسوس ڪيو آ ، اسان جي لکڻين کي اسان وارو طبقو ئي وڌيڪ پڙهندو آ، جيئن تہ ان وٽ اڳيئي اهڙا حساس احساسات هوندا آهن ، ان لاءِ اسان جون لکڻيون هن سا ڪن معاشري ۾ ڪو روليوشن ناهن آڻي سگهنديون ۽ جنهن طبقي لاءِ مزاحمت هوندي آ ، اسان جي لکڻين ۾ ، جن جي ستل ذهنن کي ضرورت هوندي آ انهن کي پڙهڻ جي سي تہ اڃ بہ ”زار“ جي ڪرسين تي ويٺل آهن“
”انهن کي اتي ئي ويهڻ ڏي، جيئن ان ڏينهن منهنجي اخبار ۾ ڇپيل هڪ مضمون جي موٽ ۾ فلاڻي پارٽيءَ جي فلاڻي ليڊر خاص ٽيليفون ڪري رڳو اهو چيو تہ ”تون ڪيئن ٿو چوين تہ اسان ڪجهہ بہ نہ ٿا ڪري سگهون ! اسان جهڙي تقرير ڪو ڪري تہ ڏيکاري !!“ سو پيارا جيڪو ڪم جنهن جو آ، اهو ڪري پيو

. انقلاب ليڊر ڪو نہ آڻيندا آهن . اهي ليڊر، جن جي ليڊنگ اهڙن فسطائي هٿن ۾ هوندي آ ، جن کي عوام سان گهٽ، ملڪ سان وڌيڪ همدردي هوندي آ. اگر ڪين ڪڏهن پلجي بہ عوام تائين پهچڻ جي ڪوشش ڪرڻي پوي تہ سوين ميلن جي اوچائيءَ تان ڪيئن ءَ هيٺ لهي سگهندا ؟ سو جيستائين اسان ۾ جاڳرتا جو احساس پيدا نہ ٿيندو، تيستائين ڪو بہ انقلاب نہ ٿو اچي سگهي، جڏهن اعسان مان ئي نہ ڪو ”لينن“ پيدا ٿي پيو تہ ”زار“ جي ڪرسي پاڻهي اچي پٽ پوندي .

# پڇتاءُ

مان جيئن ئي ليڪچر ختم ڪري روم مان ٻاهر نڪتس تہ، دروازي
تو ڪان ٽيندي ڏار

پرسان بيٺل ٻن اسٽوڊنٽس جي ڳالهين ڏانهن منهنجو ڌيان ڇڪجي ويو، جيڪي چئي رهيا هئا.

"يار! ميڊم پنهنجي ٽين ايج ۾ ڪيتري نه گريس فل ۽ پرڪشش رهي هوندي! سندس لازوال حسن، سوبرنيس ۽ شخصيت هينئر به ان ڳالهه جي نشاندهي ڪري رهيا آهن."

مان حيراني ۽ پريشانيءَ ۾ ٽڪڙا ٽڪڙا قدم وڌائيندي، اسٽاف روم ۾ هلي آيس. جيڪو اتفاق سان بلڪل خالي هو ۽ مان به اڪيلائي ئي چاهيو. مون پاڻ کي هڪ ڪرسيءَ تي ڪيرائي ڇڏيو، ڪي پل ائين ئي گذري ويا ۽ مان بي سڌ، دريءَ کان ٻاهر خلا ۾ گهوريندي رهيس ۽ پوءِ لاشعوري طور، منهنجو هٿ پرس ڏانهن کڄي ويو، جنهن مان ننڍڙو هٿيند مرر ڪڍيم ۽ جڏهن ان ۾ پنهنجو عڪس پسيم ته هٿ از خود، سفيد چانديءَ جهڙن وارن جي ڇڳن ڏانهن وڌي ويو، جيڪي باوجود پنن لڳائڻ جي نڪري آيون هيون. چهري تي اڀري آيل وقت جون لڪيرون چئي رهيون هجن ته "هر ڳالهه پنهنجي وقت تي چو نه ٺيندي آهي /چو نه چئي ويندي آهه! ۽ جيڪي ڳالهيون جڏهن ٻڌڻ چاهيون آهن، جن لاءِ ڪن آتا هوندا آهن، تڏهن ڇو نه ٻڌي سگهيون آهن! ۽ تڏهن ٻڌيون آهن، جڏهن انهن جو وقت گذري چڪو هجي!!!"

# ڊائريءَ جو آخري ورق

چئو طرف "هيپي نيو ييئر" جا آواز گونجي رهيا آهن. هر ڪو سال جي آخري لمحن کي پوئتي ڌڪيندي، ايندڙ سال جي خوشامد ۾ مشغول آهي، ته شايد! صبح جي نئين نڪور سج جي روشن ڪرڻن سان نئو وار ٿيندڙ هيءَ سال، اهو ڪجهه ڏئي سگهي جيڪو، گذريل سال، ڏيڻ ۾ ڪنجوسي /ڪوتاهي ڪئي. (ويچارو انسان) مان پنهنجي بند ڪمري ۾ لائيٽ آف ڪيو، گهڙيال جي، دل ۽ دماغ تي هٿوڙن جيان وسندڙ ٽڪ ٽڪ پٺي پنهنجي سماعتن ۾ منتقل ڪندي وڃان. جن جي اچانڪ رڪجي وڃڻ تي ٻارنهن ٿيڻ جو الارم وڄندو، بلڪل ائين، جيئن گذريل سال هن تاريخ ۽ هن ٽائيم تي وڳو هو. جنهن کي هنن جيان ڪيڏي خوشي، ٻاپوهه ۽ مرڪن سان ويل ڪم ڪيو هئم، ايندڙ خوشين ۽ سڪون ڀرين لمحن جي لالچ / اميد ۾.

پر....مان نٿي چاتوته هي پل پل گذري ويندڙ سال پنهنجي انڌ جي گهوڙي تي سوار، هلندو ويندو. هلندو ويندو، ڪنهنجي آهن ۽ دانهن کان بي نياز، ڪن اڻ چاتل ڏسائن ڏانهن.....!

ڪيئي سندر سپنا، آئيندي جون آسون، ڪيئي مائرن جا جگر چيريندو

، پينرن ۾ ٿونخوشيون ڪسيندو ۽ ونين جي مک تان ڳا ڙها گهونگهٽ لاهي ، ڳيرو جوانن کي ريتي رت سان ريٽيندو ، لاٽون لال ڪندو - ڇپياٽيندو ويندو - پنهنجي بي رحم ۽ نوڪدار سنبن سان !
۽ اڄ ... اڄ وري ساڳي رات آهي - ڪيترين اکين ۾ اميد جي چمڪ آ، ايندڙ سندر لمحن جي آس ۾، ڪيترن مکن تي معصوم مرڪ آ - سر گو شيون آهن . ٽهڪڙا آهن .
اوچتو گهڙيال ٻارنهن جو الارم هنيو - لڙڪ ٽمندا ، وهاڻي ۾ جذب ٿي ويا ۽ چپن تي دعا وڪري ويئي ....
اي ڏٽي، تون پاسبان آن ، هن ڌرتيءَ جو ، هن سماجهي سنڌڙي جو ، تون هن گهايل سيني کي ، ٻين گهائن کان بچائجان ، تون مائرن جي جگر ، ڀيڻن جي خوابن ۽ ونين جي گهونگهٽن ۾ لڪل آئيندي جي اميدن کي سلامت رکجان ! "

# خالي خط

"توهان جو نالو. ؟"
"مريم."
"مڙس جو نالو؟."
"آپريشن منهنجو آهي، منهنجي مڙس جو نہ."
"پر محترمہ نالو ٻڌائڻ ضرور ي آهي."
"مان تڪليف ۾ مران پئي. هيڏي اذيت ۾ توهان کي ڀهريون منهنجو فڪر ڪرڻ کپي، نہ ڪي منهنجي مڙس جو."
"پر هن قسم جي آپريشن ۾ مڙس جي سگنيچر لازمي هوندي آهي."
"سگنيچر...... ڇا منهنجي جسم تي اوهان کي ڪا بہ سگنيچر ڏسڻ ۾ ڪونہ ٿي اچي؟."
"آءِ ايم سوري، اوهان کي نالو ٻڌائڻو پوندو."
"مان مران پئي."
"اسان مجبور آهيون."
"مون کي لڳي ٿو تہ منهنجو ٻار، منهنجي پيٽ اندر مري چڪو آهي. پليز ڊاڪٽر! ڪجهہ ڪيو. منهنجو دم ٿو گهٽجي."
"ڊاڪٽر مان آهيان، تون نہ...... مون کي خبر آهي تہ ڇا ٿيڻ وارو آهي."
(هوءَ ڪو بہ جواب نٿي ڏئي سگهي. تڪليف کان سندس ڪاراٽجي ويل چپ، غير

ارادي طور ڏندن جي ٻيڪڙ ۾ هليا ٿا وڃن. اکيون پوري ٿي چڏي ۽ سندس ٻند اکين جي آبشارن، اسٽريچر کي ڪراس ڪري، ڏرتيءَ کي ٻوڙڻ شروع ڪري ڏنو آهي. هوءَ سوچي ٿي!)

"عورت جو وجود ڪٽي صفحن تي مشتمل هزارين اکرن تي محيط اهو خالي خط، جيڪو مرد جي نانءَ جي لفافي کان سواءِ ڪڏهن به پوسٽ ٿي نه ٿو سگهندو."



"اڄوڪي اخبار ۾ هيءَ ڪهاڻي پڙهي اٿئي؟"

"ڪهاڻي! مون کي سرخين پڙهڻ جو ٽائيم ئي مس ٿو ملي! ڪهاڻي ٿو پڙهان؟!"

- "يار! پڙهي ته ڏس نه، ڪيڏي زبردست آ. آهي مختصر، پر وزندار ڏاڍي آ، ڇڪلهه ڇگا نوان ليکڪ اڀري آيا آهن ۽ لکن به سٺو پيا."

"خبر آ ڇا لکيو هوندائون، پلاٽ چوريءَ جو، اجاين لفظن جي ديگهه ڏئي سمجهندا وڏو ڪارنامو سرانجام ڏنو اٿئون!"

"ڪيٺن به- پر سوچ نه، هن مشيني دور ۾ جتي پڙهڻ جي به فرصت نه آهي اتي، اها ڳالهه سرهائيءَ جي ناهي ته نوجوانن ۾ شعور وڌيو آهي، پڙهڻ سان گڏ هو لکي به رهيا آهن ۽ منهنجي خيال ۾ سٺو، بلڪ وقت جي تقاضائن موجب بهترين لکي رهيا آهن، اسان سينيئرز کي ته سندن حوصلہ افزائي ڪرڻ گهرجي، سندن جذبي کي ساراهڻ گهرجي."

"جذبو! رڳو نالي ڪاڻ ٿا لکنين- معلومات ليي ڪانه، هليا آهن، پين جو فلسفو ريپيٽ ڪري، پاڻ کي اديب سڏائڻ! خير مان هلان ٿو، اڳ ۾ ئي ليٽ ٿي ويو آهيان، مڙئي سوچيم به منٽ تو وٽان ٽيندو وڃان."

هو ٽڪڙو ٻريڻ، ڪيس ڪٽي ٻاهر نڪري ويو، جو ليکڪ سان گڏ اوبيڊيئنٽ سرڪاري آفيسر پڻ آ.

مان سوچڻ لڳم، 'اسان سينيئرز جيڪو نانءُ حاصل ڪري چڪا آهيون، جنهن مقام تي هينئر بيٺا آهيون، ڇا ادبي زندگي ۾ پهريون قدم ان ئي حيثيت ۾ رکيو هيوسين؟!!'

# واري توتان جند

"هيڏي ننڍڙا اس ۾ ڇا پيو ڪرين؟"
"ٻوٽو پيو پوکيان."
"ڇاجو؟"
"امر ڦل جو؟"
"امر ڦل جو! اهو ڇا ٿيندو آهي؟"
"اهو، اهو ڦل آهي، جنهن جي کائڻ سان امر ٿي وڃبو آهي / زنده ٿي وڃبو آهي، هميشه هميشه لاءِ!"
"تو ان جو ٻج ڪٿان آندو؟"
"پنهنجي ئي وجود مان! پنهنجي سچن جذبن ۽ محبتن جو ٻج جنهن کي ريج ڏيڻ لاءِ دل جگر جو خون، پنهنجي شهه رڳ کي ڪٽي ڪڍڻو پوندو آهي!"
"شهه رڳ کي ڪٽي! پوءِ ڇا زندهه رهي سگهندين؟!"
"ها ان ازلي حياتي لاءِ ئي تہ ٻوٽو پوکيان پيو."
"پر پوءِ تون زنده ڪيئن رهندين؟!"
"مان! هن ٻوٽي مان پيدا ٿيل امر ڦل ان هستي کي کارائيندم، جيڪا مان کي ماءُ کان وڌ مٺي ۽ محبوبہ کان وڌ پياري آ. جڏهن اُها هستي اهو ڦل کائيندي تہ هميشہ هميشہ لاءِ زنده / امر بڻجي ويندي ۽ جيئن تہ هوءَ مون کي هونئن ئي بي انتها چاهي ٿي، هي ڦل ڏسي سندس پريم تهائين وڌي ويندو ۽ هوءَ مون کي، منهنجي ياد کي هميشہ لاءِ دل ۾ سمائي ڇڏيندي ۽ مان هيءَ فاني حياتي، ان مٿان قربان ڪري ان جي ازلي زندگيءَ ۾ هميشہ هميشہ لاءِ جيئندو رهندم."

# تقدس

جيئن ئي گاڏيءَ موڙ ڪاٽو، سامهون ڊونهاٽيلَ وايو منڊل ۾ هشام ماڻهن جا، ڪن جا هٿ ڳڙها، ڪن جو سڄو سرير، ڪي بي سُڌ پٽ تي پيا هئا ڪي ٿي هڪ ٻئي کي ڏوڪيندا، هيڏانهن هوڏانهن ڊڪندڙ!!

مان هميشہ ڊرائيور کي جهليندو آهيان تہ هن روڊ کان نہ هلندو ڪر، پر اڄ اتفاق- محض اتفاق! تحت ئي هن پاسي اچي ويا هئاسين. واپس ورڻ جو رستو بہ نہ هو. مون کي پنهنجي بچاءَ جي گهٽ، پر مون کي / مون وٽ سونپيل امانت

جي حفاظت وڏيڪ ڪرڻي هئي. چوگرد دونهاتيل ۽ ريتي وايو منڊل ۾ مون ڪي ڪو بہ "مرد مجاهد" نظر ڪو نہ آيو، جنهن مان پنهنجي تحفظ جي توقع رکان هان! پر ان "مرد مجاهد" جو هتي ڪهڙو ڪم؟ هتي رت جي راند تہ روز جو معمول بڻجي چڪي آهي. ڪو هتي سوين ماڻهن کي ماراڻ پڄاڻان شهادت جو تمغو تہ ڪو نہ حاصل ڪن ها!!

ههڙي حالت ڏسي، ڊرائيور بہ پنهنجي غلطيءَ جي ازالي ۾ وٺي ايڪسيليٽر تي زور ڏنو ۽ انبوهہ ماڻهن جا چيريندو اچي، هڪ صاف شفاف ۽ پرامن علائقي ۾ پهچايائين!

مان خدا جو شڪر بجا آندو تہ منهنجي مرسڊيز تي ٺي،صرف خون جاڇندا لڳا هئا، جيڪي صاف ٿي سگهن ٿا. پر پنهنجي مرسڊيز تي لڳل پرچم کي، ڳاڙهي خوني ڇنڊن کان بچائي ورتو هئم ۽ پرچم جي تقدس کي پامال ٿيڻ کان محفوظ ڪري ورتو هئم.



# ڪوڙو سڪو

دنيا جي هر ملڪ ۾ هر شهر ۾ ڦري ڦري ٿڪجي پيو هو ، پر ڪنهن بہ هنڌ اهو سڪو رائج ڪو نہ هو ، جيڪو سندس هٿ ۾ هو . هر هنڌان ڪيس ساڳيو جواب ٿي مليو تہ :

"اهو ڇو ڪنيو اٿئي ، اهو تہ هاڻ مدي خارج ٿي چڪو آ ! "

سندس مٺ ۾ بند سڪو سندس سرير مان پگهر بجاءِ وهندڙ لڙڪن جي ڪاري پاڻيءَ ۾ پسي پسي پنهنجي دمڪ وڃائي ويٺو هو .

پر هاڻي تہ ڪيس لڳندو هو ، هن جي لڙڪن جو رنگ بہ مٽجي ناسي ڪٽ جهڙو ٿي ويو آ . جنهن سان سڪي جي اصل شڪل هاڻ مٽجڻ لڳي هئي ، پر هن سڪي جي اصل روپ کي برقرار رکڻ ٿي چاهيو ، هن چاهيو ، جيڪر ڪيس پنهنجي مٺ جي قيد مان آزاد ڪري هوائن ۾ اڏائي ڇڏيان .....!

۽ جڏهن ، هن پاڻهن مٺي ڪري ، مٺ جي قيد جا دروازا کولي ، زور سان سڪي کي آسمان ڏانهن اڇلايو هو ، تڏهن هو اطمينان جو ساهہ کڻي سمنڊ ڪناري ٿڌي ٿڌي واريءَ تي اچي ليٽي پيو هو .

هڪ لهر اچي هن جي ٿڪل پيرن کي ٻوڙي وئي . هن لهر ۾ پاڻيءَ سان گڏ ڪنهن ٻي شئي کي بہ پيرن سان لڳندو محسوس ڪيو . اٿي ، هٿ وڌائي ڏٺائين تہ ساڳيو ئي آسمان ڏانهن اڇلايل سڪو هو . هن نظرن ۾ شڪايت ڀري آسمان ڏانهن نهاريو. آسمان منهن ڦيرائي ڇڏيو.      هن وري شڪايتي نظر سان سمنڊ ڏانهن گهوريو . پر هو تہ اڳيئي آسمان تي ميڙيو ويٺو هو تہ هن سندس سڪون کي ڇو ٽوڙيو.....! هن سڪي کي مٺ جي قيد ۾ بند ڪيو . ڪيس محسوس ٿيو ، ڄڻ مٺ بہ هن کي هڪ دفعو وري پنهنجي هنج ۾ رکڻ کان ناٻري واري ڇڏي هجي .

هن شڪايت ۾ نراسائيءَ مان هڪ دفعو اپ ڏانهن نهاري ، سمنڊ ڏانهن ڏٺو ۽ آخري دفعو مٺ ڏانهن نهاري ، وري مٺ جا دروازا کولي ، سڪي کي شرمندگيءَ مان ڏٺو . احساس ندامت کان هو ساڻس نظرون نہ ٿي ملائي سگهيو . تريءَ تي رکيل سڪي جو جيڪو پاسو مٿان هو ، تنهن تي ڪوڙهہ جيان ڪٽ ڦهليل هئي ، پر ڪٿان ڪٿان نظر ايندڙ اکرن کي ملائي هن ڇپن ۾ پڙهيو ......"محبت"

سڪي جو ٻيو پاسو اٿلايائين مٿس اڪريل اکر کي پڙهڻ کان پهرين سندس اک مان ناسي لڙڪ ، سڌو نشانو ٿاهي مٿس ڪري پيو ۽ هو لڙڪ هيٺان لکيل لفظ "امن" پڙهي نہ سگهيو . هن ، ناسي ٿي ويل سڪي کي آخري دفعو نراسائيءَ مان ڏٺو ۽ زور سان دنيا جي گولي تي اڇلايو . سڪي ۾ ڀريل سندس لڙڪن جو بارود وڏي ٺڪاءَ سان ڦاٽي پيو . هن اکيون بند ڪري ڇڏيون. جو دنيا جي گولي مان ، اٿندڙ باهہ جي شعلن جي دونهين سان سڄي ڪائنات ڪاري ٿي ، ماحول کي پرائتو ڪري ڇڏيو هو .

# ايبسٽريڪٽ ڊائري

## ڊائريءَ جا پنج صفحا



جڏهن بہ سوچيندي آهيان ڊائري لکان ، پنهنجي روزانہ جي سرگزشت لکان، اندر ۾ لڪل من تي ڀاري پوندڙ زندگي جون تلخ حقيقتون لکان ۽ پوءِ هر سال، جرڪندڙ ڪور ۽ نئين ڪئلينڊر جي ڊائري هٿ ۾ ڪٽي لکڻ شروع ڪندي هان.هڪ ورق، ٻيو ورق، ٽيون ورق، ائين ورقن مٿان ورق پرينديو پرندي ڪنهن ڏينهن هٿ رڪجي،لکڻ کان نابري واري ويهندا آهن. جو من ۾ اهو خوف ورائي ويندو آه تہ لکڻ بعد ڊائري رکندم ڪٿي...!؟
ڇا اهي حقيقتون جيڪي انهن چند صفحن ۾ رقم ڪيون اٿم ،آهي ايتري قوت تہ ڪنهن کي پڙهائي سگهان؟ پنهنجي من جون سڀ سچائيون ٻين کي ڏيکاري سگهان....!؟
ايڏو چو آه... سچ چوڻ ، سچ لکڻ ايڏو ڏکيو ڇو آه؟
نہ زبان سان نہ قلم سان ....
سچ کي ڇو ٿو دٻايو وڃي!
ڇو ٿو ماريو وڃي؟
هر سال سچ لکڻ جي ارادي سان شروع ڪيل ڊائريون سواءِ چند صفحن جي، اڻپوريون ڇو ٿيون رهجي وڃن -؟!!



غلاميءَ جي پڃري ۾ قيد پکيءَ کي جڏهن آزادي جي هوائن ۾ ساه کڻڻ نصيب ٿيندو آهي تہ هو غلامي جي زنجيرن ۽ پڃري اندر ايندڙ محدود هوا جو، ايتريقدر عادي ٿي چڪو هوندو آهي،جو ٻاهرين هوا ۾ ساه کڻندي نہ

سندس ساه ڦولجي ويندو آه. ٻاهرين تازين،ٿڌڙين هيرن سان هن جا ڦڦڙ سڄي ويندا آهن. هو ڪنگهي ڪنگهي ڊبل نمونيا جو شڪار ٿي ،آخر قبر جي قيد ۾ هڪ دفعو وري مقيد ٿي ويندو آهي!
ائين ڇو آه. . . .اسان غلام قومون پنهنجي ڳچين مان غلاميءَ جا طوق لاهڻ ۾ ڇو ناڪام ويون آهيون.پرن هوندي به، سامهون ڪليل وسيع ميدان هوندي به ڇو نٿا اڏري سگهون؟!!
ڇا اسان جي فطرت ۾ بزدلي آه يا غلامي جو زهر رڳ رڳ ۾ پيوست ٿي ويو آهي،جيڪو ان سان بغاوت ڪرڻ تي اسان کي روڪي ٿو وٺي؟!!



خوابن جي پڄاڻي تعبيرن تي ڇو ناهي ٿي سگهندي؟
خواب سڄي عمر خواب ئي ڇو رهندا آهن؟
ڪيڏي سندر ڪيڏي پياري هوندي آ خوابن جي دنيا .اڪين تي لڳل دوربين جيان سڀ نظاره،سڀ منظر پاڻ ئي پاڻ ڪيڏا ويجها ايندا ويندا آهن. ڪنهن اڻ ڏٺي قوت جي ذريعي. ايڏا ويجها جو جهٽ پلڪ ۾ آسمان جي ڪاري چادر تان سونهري تارن جو ڇٽ،مٺين ۾ پري ونجي! سمنڊ جي پاتالن ۾ سپن ۾ بند موتين ڪي،سپن جو سينو چيري چورائي ونجي. عقاب جي پرن تي
چڙهي آڪاش جي وسعتن جو ڪن پل ۾ سير ڪري اچجي.
خواب...... حسين دنيا، ڏکن کان قراريت، خوشين ۽ مسرتن جو سامان مهيا ڪندڙ هڪ دنيا!
ها، پر ڪڏهن ان حسين دنيا ۾ ، بند اکين جي جنت ۾،ڪو دوزخ جو در به کلي پوندو آه، جنهن مان نظر ايندو آ ڪڏهن ماضيءَ جو ڀوائتو روپ. ڪڏهن مستقبل جي اوائن پيچرن تي وات پٽيل واڳن جا مڪروه چهرا ۽ ڪڏهن پنهنجي ئي بستري تي پاڻ سان گڏ ليٽيل زخمن سان ڇچريل جسم ۽ پيرن تائين رتو ڇاڻ پنهنجي تقدير جو روپ!.



پل صراط.. خواب ۽ صحيح عمل جي احتساب ڪرڻ واري،تلوار کان وڌ تيز،وار تو کان ٿيندي ڏار

کان وڌ سنهڙي تار، ان تار هيٺان دوزخ جي شعلن جو پڙڪاڏيندڙ مَچُ، تار تي هلندي جنهن خيرو خوبيءَ سان سفر طئہ ڪيو. ان لاءِ سامهون جنت جا دروازه کلي ويندا ۽ جيڪو ڪريو سو هيٺان ٻرندڙ باه جي شعلن ۾ سڙندو رهندو.....

پل صراط، زندگي کان پوءِ شروع ٿيندڙ رستو، پر....جنهن رستي تي هلون پيا، جنهن رستي تي هيءَ زندگي گامزن آه، ان کي ڪهڙو نالو ڏجي؟ وار کان وڌ سنهين، تلوار کان وڌ تيز، جيون جي هن تار تي هلندي هلندي، سڄي تار پنهنجي تيز چيريندڙ وجود سان، پيوست ٿي وئي آ پيرن کان ٿيندي سڄي وجود تائين!۽ هلندي هلندي، نيٺ هڪ وجود کي ٻہ اڌ ڪري ويهندي آه، هڪ اڌ وڃي هيٺ دوزخ جي پڙڪا ڏيندڙ باه جي شعلن ۾ ڪرندو آه، سڙندو رهندو آ. سڙندو رهندو آ. ۽ ٻيو اڌ، پنهنجي اڌ وجود جيون سان .ساڳي تيز ترار پل صراط رستي تي،هوريان هوريان ريڙهيون پائي پاڻ پرو ٿيڻ جي ڪوشش ڪندو آه.

پل صراط، زندگيءَ ۾- پل صراط زندگي کان پوءِ، امتحان ئي امتحان! انجام ڇا هي؟ لاشڪ تہ امتحان وٺڻ وارو اسان جو ممتحن بہ ان کان اڻواقف آه. تڏهن تہ ڪروڙين دعائن گهرڻ پڇاڻان بہ تقدير مٽي ناهي سگهندو. ڪائي ڦير آٽي ناهي سگهندو. جڏهن ڪيس بہ پاڻ کان وڌ ڪنهن ٻي طاقت جو پوڙ هجي...! يا پاڻ ايڏو ڪٺور آه جو هيٺين پل صراط کان مٿين پل صراط تائين سفر ڪندڙن جو چپ چاپ تماشو ڏسڻ چاهيندو آه. ٻين کي روئاري پاڻ کلڻ چاهيندو آ، ٻين کي ايذائي پنهنجي دل وندرائڻ چاهيندو آه....؟!!



منهنجي ڪمري جي بند دريءَ ٻاهران هلندڙ شوخ ۽ چنچل هوائن جي مڌر سريلن گيتن تي،تارين جي رقص، باغ ۾ چوڌس انڌ لٽ جهڙا رنگ پکڙيل خوشبوئن ۾ واسيل هوائن جو سروپ. ٽهڪڙا- سرگوشيون.

شايد بهار آئي آه!

ها، بهار آئي آهي. پر جڏهن هميشہ تہ ناهي رهڻي، نيٺ بهار ايندي آ۽بهار جي وجود مان ونديون آهن جنم،ننڍڙيون ڪومل، سندر، مڪڙيون، وڻ، تاريون نوان ويس ڍڪي جهومي نچندا آهن. ٻاهر باغ ۾ جڻ عيد جهڙو سمان هوندو آهي ۽منهنجي ڪمري جي ٽيبل تي رکيل گلدان ۾ اڳين بهار رت جا جنميل گل. سرءَ جي خشڪ جهوٽن سان لوساٽيل، سکي ويل،وڃائي ويٺل پنهنجو جوڀن، هوا ۾ تازو هڳاءُ پانپي، ڪئي سوال نظرن ۾ سموهي،

حسرت مان مون ڏي پيا گهورين ، ڄڻ پڇندا هجن:
”ڇا اسان جي سڪي ويل،هيٺي هيٺي وجود کي ڪڏهن بہ ڪو تازي هوا جو جهونڪو، سج جو سونهري ڪرڻو نہ ڇهندو؟ پرہ ڦٽي جو ماڪ ڦڙو، بارش جو ڪو ئي قطرو،اسان جي خشڪ اساٽيل ڇپن تي ڪڏهن بہ،امرت ورڪا نہ ڪندو!؟“
”تازن گلن جيءَسونهن ۾ هرڪجي، ڇا هن گلدان مان وري اسان کي اڇلايو ويندو...؟!!“



# لفظن جي کوڙکي

"اسان انفرادي طور ڪيڏي بہ ترقي ڪريون ، پر جيستائين اجتماعيت کي ذهن ۾ رکي نہ سوچينداسين .اسان جا مسئلا حل نہ ٿيندا ، چڙوچڙ قومون ڪڏهن بہ پنهنجو وجود برقرار ناهن رکي سگهنديون . انهن جو ڌرتيءَ تي ڪڏهن موجود هئڻ جو احساس ، رڳو تاريخ جي ڪنهن ورق جي ڪنڊ پاسي تي ملي سگهندو آ .

اڃو هڪ ٿيون ، ٻڌي ۽ ايڪي جي رسيءَ ۾ جڪڙجي وڃون ، هڪٻئي جي ڏکن کي ورهائي کڻون ، پاڻ وساري بہ پنهنجي ياءَ جي سار رکون . اسان جنهن اعليٰ مذهب سان تعلق رکون ٿا . جنهن عقيدي جا پوئلڳ آهيون ، ان ۾ ٻين فرائض سان گڏ جنهن ڳالهہ جو بار بار تاڪيد ڪيو ويو آهي ، سا آهي انسانيت جي خدمت ، جيئن شاهہ سائينءَ چيو آهي:

روزا ۽ نمازون ، اي‌ءَ پڻ چڱو ڪم
پر اهو ٻيو فهم ، جنهن سان پسجي پرينءَ کي .

سو منهنجا ياڙو ! اسان کي اهو ٻيو فهم تلاش ڪرڻو پوندو . خدا رب العزت ، سڄي ڪائنات مان پنهنجي خلقيل مخلوق مان جنهن کي اهميت ڏني ، جنهن کي عزت ۽ احترام جي لائق سمجهي ملائڪن کان سجدو ڪرايو ، سي اسان ئي آهيون . جيڪڏهن "اشرف المخلوقات" جو لقب اسان کي رب پاڪ طرفان سوغات طور مليو آهي تہ اسان کي ڪل مخلوقات کان اعليٰ اشرف ٿي پاڻ کي ڏيکارڻو پوندو . اچو هڪٻئي جي هٿ ۾ هٿ ڏئي ، هڪ ٻئي سان برابريءَ واري سلوڪ جو عملي مظاهرو ڪري ڏيکاريون ، دنيا کي . اچو وڌو ، انسانيت پائيچاري ۽ ايڪي کي مضبوط بنائڻ لاءِ عملي طور ڪجهہ ڪريون . اچو ...... اچو ..... اچو...!

سامهون ويندڙ ڊاڪٽر جا ڪجهہ ڏينهن پهريون ، اسٽيج تي چيل لفظ ، هن جي ڪنن ۾ هٿوڙا بنجي لڳڻ لڳا ها ، جيڪو ڊاڪٽر سان گڏ سماج ، انسانيت ۽ معاشري جي سڌاري جو ٺيڪيدار پڻ سمجهندو / سڏائيندو آ پاڻ کيءَ سامهون پٽ تي پيل سندس ماءَ جو لاش. جيڪو ڪجهہ دير اڳ ۾ زنده جسم هوءِ محض ان لاءِ لاش ۾ ڪنورٽ ٿي ويو هو جو ، هن کي معاشري ۾ ڪا اعليٰ حيثيت حاصل ڪا نہ هئي . هن وٽ ڊاڪٽر کي ڏيکارڻ لاءِ ڪا سفارشي چٽ ڪو نہ هئي نہ تہ ........ نہ تہ جيڪر هو اهڙي وجود کي وڃائي نہ ويهي ها ، جنهن سان ئي اڄ هن جو وجود هو ، جنهن کي دنيا جي سمورين ٻئنڪن جي دولت ڏئي بہ حاصل نہ ٿي ڪري سگهيائين .

## ڪير ٿو چوي تہ
## سنڌي ڪهاڻي مري وئي آ؟
## سنڌي ڪهاڻي نہ رڳو زنده آهي
## پر
## پنهنجي پوري سگهہ سان زنده آهي !

نئين ٿهيءَ جي سڃاڻ

ليکڪا

صنوبر سيد جي ٢٣-ڪهاڻي جو مجموعو

# مشعل پرندي رهندي

اوهان پڙهيو آ؟

١١٢ صفحا - سفيد ڪاغذ- ڪرائون سائيز- ۴ رنگو ٽائيٽل- قيمت رڳو ٢٥ روپيا

گهٽ ۾ گهٽ پنج ڪاپيون گهرائڻ لاءِ لکو:

**نيو ٿنڪرس فورم پبليڪيشنس**

جنرل پوسٽ باڪس نمبر ۴٩٢، حيدرآباد ، ٧١٠٠٠، سنڌ.

سنڌي، اردوءِ انگريزيءَ ۾ هن موضوع تي پهريون دفعو تخليقي انداز ۾ ،بهترين مثالن سان ۽ سنڌي شاعريءَ ۾ استعمال ٿيندڙ سمورين صنفن جي ڄاڻ جي باري ۾ جامع ڪتاب

# شاعريءَ جون صنفون

## تحرير ۽ تحقيق : ظفر عباسي

* شاعريءَ جون صنفون: ڪلاسيڪل شاعريءَ جي صنف کان وٺي جديد کان جديد ڏيهي توڙي پرڏيهي ٥٠- کن صنفن جي ٽيڪنڪ جي مثالن سان سمجهاڻي.
* شاعريءَ جون صنفون: شاعري ڪيئن ڪجي ؟ سوال جو مڪمل جواب
* شاعريءَ جون صنفون: شاعري سکندڙن لاءِ رهنما ڪتاب
* شاعريءَ جون صنفون: سنڌي ادبي سنگت جي سمورن ميمبرن،عهديدارن ،ڪارڪنن لاءِ ٽيڪسٽ بڪ / درسي ڪتاب
* شاعريءَ جون صنفون: نائين ، ڏهين ، يارهين ، ٻارهين ، بي اي ۽ ايم اي ۽ ڇٽا پيٽيءَ جي امتحانن جي سنڌي مضمون لاءِ انتهائي ڪارآئتو ڪتاب
* شاعريءَ جون صنفون: سنڌي اديبن ، ادب دوستن ۽ شاگردن لاءِ بهترين ڪتاب

اهو ڪتاب جيڪو ڇپائيءَ کان اڳ ٥٠٠-ڪاپيون فوٽو اسٽيٽ تي وڪامي چڪو ڇپجي ويو.

١٠٤صفحا-چاررنگو ٽائيٽل-سفيد ڪاغذ-ڊيمي سائيز-قيمت رڳو ٣٠- روپيا

( سنڌي ادب جي سڄاڻ پارکو تاج جويو جي مهاڳ سان )
گهٽ ۾ گهٽ ٥- ڪاپيون گهرائڻ لاءِ لکو:

# نيو ٿنڪرس فورم پبليڪيشنس

جنرل پوسٽ باڪس نمبر ٤٩٢، حيدرآباد ٧١٠٠٠ سنڌ.

# نيو ٿنڪرس فورم

جا ايندڙ ڪتاب

- ڳهرا ڳهرا ڳهاء (ڪهاڻيون/1979)
- تارا تارن هيٺ (ٻال ڪهاڻيون /1981)
- سوال ڇهرا جواب ڇهرا (ڪهاڻيون /1982)
ڪان پوءِ

11 سالن جي وقفي پڄاڻان

**ظفر عباسيءَ**

جي ڪهاڻين جو چوٿون مجموعو

# ٽين دنيا

---

- مشعل ٻرندي رهندي(ڪهاڻيون /1992)

۽

- توڪان ٿيندي ڏار(ڪهاڻيون /1994)

ڪان پوءِ هن ٽي سال

**صنوبر سيد**

جي ڪهاڻين جو ٽيون مجموعو

## آءٌ امرتا پريتم ناهيان

## خواب اکين ڄي شاعري

### منوبر سيد

جي

430 شاعراڻن خيالن / نثري ٽڪرن جو مجموعو

جيڪي

هڪ دفعو پڙهڻ سان 430 مڪمل نظم لڳن

ٻيو دفعو پڙهڻ سان 430 ڪهاڻيون لڳن

ٽيون دفعو پڙهڻ سان 430 ناول لڳن

* خوبصورت خوابن
* سندر سوچن
* چڃريل چاهنائن
* پرَندَڙ ياونائن
* اُسرندڙ امنگن
* ۽ جوان جذبن

جو سَنگم

وري وري پڙهڻ جهڙو ڪتاب

112 صفحا ڪرائون سائيز - آفسيٽ پيپر 4 رنگو ٽائيٽل - قيمت 25 رپيا

گهرائڻ لاءِ لکو:

**نيو ٿنڪرس فورم پبليڪيشنس**

جنرل پوسٽ باڪس نمبر 492، حيدرآباد، 71000، سنڌ.

* ان ڏينهن، هن دور کي "تهذيب يافتہ دؤر" چوندم، جنهن ڏينهن کان "عورت کي ملڪيت" تصور ڪرڻ کي قانوني ڏوهہ قرار ڏنو ويندو.
* ويندي ويندي پاڻ کي گلٽي فيل نہ ڪر، سمجهندم "رانگ نمبر رنگ" ڪي رسيو ڪيو هئم. رانگ نمبر.... جيڪو اسان ڄاڻي واڻي ڊائل ڪندا آهيون!
* ڇپن جا قصا ڪڏهوڪو ختم ٿي چڪا، اکين جا قصا ڪٿڻ جا ٿي ناهن!
* جيڪڏهن ڌرتي ٿي تنهنجي سڃاڻپ آهي، ميجين بہ ٿو تہ ڇا تون ڌرتيءَ جي سڃاڻپ نٿو بڻجي سگهين؟
* جيڪي خوابن ۾ پناهہ وٺندا آهن، حقيقتون انهن کان پناهہ وٺنديون آهن.
* گهٽيءَ ۾ کلندڙ گهر جي اڌ کليل دري، پنهنجي ليکي هڪ مڪمل ڪهاڻي هوندي آ.
* مرد جي نسبت عورت جي ڪيترين ئي صلاحيتن کي Off the record رکيو ٿو وڃي ڇو....؟
* اسان کي جتي هئڻ کپي اتي ناهيون پهچي سگهندا ۽ جتي نہ هئڻ کپي اتي پاروٿو ڪري اڇلايا ويندا آهيون.
* هو منهنجي ڳالهين تي کلندا آهن، جو سمجهي ناهن سگهندا ۽ مان بہ مٿن کلندو آهيان، جو مان بہ تہ کين سمجهي ناهيان سگهيو!
* سانت جا سڏ ڪڏهن ڪڏهن آوازن کان وڌيڪ ڀاري ٿي ويندا آهن!
* نظر صحيح نہ هجي تہ نہ صحيح پر نقطہ نظر صحيح هئڻ گهرجي.
* جڏهن هٿن ۾ قلم جهلڻ جي سگهہ پيدا ٿي ويندي آ، تڏهن قسمت جي لڪير ڪمزور ٿيندي ويندي آ.
* اسان وڃن پاڻ کري ڇڏيندا آهيون ۽ پاڙڻ لئہ پنهنجي ننڍن کي تلقين ڪري ويندا آهيون.
* مان خاموشي آهيان. ڇا تون منهنجو آواز ٻڌي سگهندين؟؟؟
* تنهنجي مليل سوکڙين مان هاڻي باقي وڃي هڪ بچي آ، مون وٽ — "اوسيئڙو"!
* سپنو جڏهن خاموش لڙڪن ۾ وهي وڃي، تڏهن تعبير سڏڪي پوندي آهي!
* ڪڏهن ڪڏهن ماٺهو گهٽ، لمحا وڌيڪ ڳالهائيندا آهن.
* ڪي رشتا اسان جي جسم سان لڳل ناسور جيان هوندا آهن، ڪڏهن نہ ڇٽندڙ، اذيت ڏيندڙ، بدبوءِ ڦهلائيندڙ ۽ ڪي رشتا جسم جي تڏڙي جهوڻي جيان هوندا آهن، جن جو سرهاڻ بخشيندڙ هڪڙو ئي لمس عمر ڀر لئہ من کي سرور ڏئي ويندو آهي.
* ڇا ڪيءَ جو ڏاند ڏسي، اذيت مان اکيون پوري ڇڏيون هئم، اهڙي جتي حقيقت تہ ڪلهن آئيني بہ نہ ڏيکاري آ!
* ڏوئيءَ جي چڪر هميشہ اسان کان هيڪڙائيءَ جو دامن وڃرايو آ.
* منهنجي گهر جون ديوارون ۽ مان، جڳن کان جهيڙيندا پيا اچون، پر هو اڃان بہ اوچيون ٿينديون پيون وڃن ۽ منهنجا پير وڌيڪ پستين ۾ چڪبا پيا وڃن. هن سائنٽيفڪ دور ۾، هن ڪمپيوٽرائيج ۾ بہ.....؟؟؟
* منهنجا هيءَ جڪڙيل هٿ، ڪاش تنهنجي ذهن جي چوڌاري اڀيون ٿيل ديوارون ٽوڙي سگهن!
* ڇا ڪي اهڙا ڊرائي ڪلينرز بہ آهن، جتي اسان جي ذهنن جو گند واش ٿي سگهي.
* ڪجهہ بہ نہ ڪرڻ کان بهتر آهي، پنهنجا هٿ ڪٽي ڇڏجن، ڪجهہ بہ نہ ڪري سگهڻ جو معقول بهانو تہ هوندو.
* ان سگهڻ جو ڪو تہ نانءُ هئڻ گهرجي، جا ڪنهن جي ساهن سان گڏ هوا ۾ تحليل ٿي اچي اسان کي واسي ڇڏيندي آ؟
* تو نہ پڙهي تہ سمجهندم، منهنجي هن تحرير کي ڪاغذ جي ڌرتيءَ بجاءِ ڇوليون هڻندڙ سمنڊ مليو هو.
* ائين ڇو آ، ڪنهن جي بدتميزي بهادري ۽ ڪنهن جو احترام بزدلي بڻجي ويندو آهي!!؟
* ڪي دروازا ۽ ٻئي طاق کليل هوندي بہ بند ٿي ويل هوندا آهن، ڪنهن لئہ.

**"خواب اکين جي شاعري"**

ڪان پوءِ

**(چونڊ نثري نڪرن تي مشتمل. منوبر سيد جي ايندڙ ڪتاب مان ڪجهہ سٽون)**

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونٽا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَــنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪــو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهــڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪـري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُـوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهنـدڙ يا وِڙهنـدڙ ۽ پڙهنـدڙ بـہ ٿـي سگهن ٿـا. ٻيـن لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪـوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَـم ڪـار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پـر ممڪـن آهـي تـہ ڪـي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بـہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَـرڻ جــي اُصــولَ هيــٺ ڏي وَٺُ ڪنــدا ۽ غيرتجــارتي -non commercial رهنــدا. پَنَــن پــاران ڪتــابن ڪــي ڊِجيِٽــائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪـوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيـو اهـم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪـرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمـائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني ڪي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

> وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
> پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
> - اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)